# سعادت عمره



كتاب جو نالو: سعادت عمره

مصنف جو نالو: سيد علي محمد شاھ "عاجز"

ترتيب : سيد محمد حسن شاھ

دفعو: پهريون

تعداد هڪ هزار

سال اشاعت: مارچ 2000ع ١۴٢٠ھ

قيمت: في سبي الله

ڪمپوزنگ: ربنواز لاشاري

ملڻ جو هنڌ: لائبرري سيد علي محمد شاھ
چيلھ وايا ڪنري تعلقو ۽
ضلعو عمر ڪوٽ

# انتساب

پنهنجي والد بزرگ قبلہ ميان **حاجي محمد حسن شاهہ**
جي نالي جنهن مونکي آخر دم تائين ديني تعليم ڏني، شال
سندن مزار مبارڪ قادر ڪشادي ڪري ۽ جنت الفردوس ۾
جاء عطا فرمائي. (آمين)

سيد علي محمد شاهہ "عاجز"

# پيش لفظ

هجي سڀ حمد حاڪم کي آهي حنان هڪ هادي،
منهنجا مالڪ ملڪ ۾ آ تنهنجي منان منادي.

منهنجي هن مٿي لکيل شعر سان "سعادت عمره" لاءِ پيش لفظ لکڻ جي شروعات ٿي چڪي. رب العزت پنهنجي ڪرم سان طفيلي محمد مصطفيٰ صلي الله عليه و آله وسلم جي اسان جهڙن گنهگارن کي سندس دربار ۽ سندس حبيب جي دربار جي زيارت جو موقعو عطا فرمايو. وري سندس رحم ۾ اميدوار آهيون. شال هو وري به سندس در تي گهرائي. "آمين"

سندس اڻ ڳڻيا احسان ۽ سندس ڪروڙين ڪرم کي بندو ڇا ٿو سگهندو جنهنجو شڪر بجا آڻڻ لاءِ هن قلم کي ڪهڙي طاقت ٿي سگهي ٿي.

جنهن وقت هن گنهگار (علي محمد شاهه) کي سندس ٻاجهه سان اها مت رب ڏني انهي وقت اها به مَت رب پاڪ عطا ڪئي ته تون پنهنجا رفيق محمد وارث پنهور ۽ عبدالله رند کي پاڻ سان رفاقت لاءِ تيار ڪر. جيڪي انهي عمره جي سفر کان اڳي ڏک سک ۾ هميشه ساٿي رهيا آهن، ۽ انهي سفر ۾ گڏ هجڻ ۽ هن وقت به ساٿ نڀائيندا پيا اچن ٿا. ڏئي در دعا آهي ته تادم آخر اسان تنهي جو اهو ساٿ اهو ئي قائم رهجي اچي. (آمين) هن ڪتاب "سعادت عمره" ۾ منهنجي ٽنهي دوستن جا تاثرات شامل ڪيا ويا آهن. اهو اسان جو ساٿ نيي آيو آهي ۽ نيي رهيو آهي ۽ نيي رهندو، جنهن لاءِ هي ڪتاب هڪ دستاويز جي حيثيت رکي ٿو - شال رب العزت قبول فرمائي -(آمين) هن ڪتاب کان پهرين مون جا ست ڪتاب ڇپجي چڪا آهن، جنهن ۾ ڪي ڪتاب نظم ۽ ڪي ڪتاب نثر ۾ آهن، ليڪن "خطبه عاجز" ۽ "سعادت عمره" کي ڇپائي توهان تائين پهچائڻ ۾ آئون هڪ قسم جي عبادت سمجهان ٿو. شال رب پاڪ قبول فرمائي.

7

اسان عمره شريف 1995ع سال ۾ ڪيو هو. اتان موٽي اچڻ تي رمضان شريف ۾ مون اهو جو سفر نامون لکيو. ليڪن ڇپائي توهان تائين پهچائڻ ۾ تاخير جو سبب اهو آهي، ته اول ته مون اهو سفر نامون پنهنجي اولاد عيال لاءِ لکي رکيو هو.

ليڪن هن وقت اهو خيال دل ۾ پيدا ٿيو ته بهتر ٿيندو اهو سفر نامون ڇپائي هر مسلمان تائين پهچائي ته منهنجي خيال موجب افضل سمجهي هن ڪتاب سفر نامي کي سعادت عمره جو نالو ڏئي ترتيب ۽ ڇپائي لاءِ منهنجي وڏي فرزند محمد حسن شاهه جي حوالي اهو ڪم ڪيم (شاهه) انهي ڪري لکيم جو منهنجي والد جو نالو آهي ورنه پٽ لاءِ محمد حسن لکڻ ڪافي هو. جنهن پنهنجي پڙهائي سان گڏ انهي ڪم کي پايئہ تڪميل تي پهچايو انهي ڪم آئون خصوصن اسان جو دوست ربنواز لاشازي جو ٿورائتو آهيان جنهن منهنجو هي ٿيون ڪتاب ڪمپوزنگ منهنجي پسند موجب ٿوري وقت ۾ ڪري ڏنو. شال خالق اڪبر ڪيس آباد رکي . (آمين).

هي ڪتاب جيڪو توهان جي هٿن ۾ آهي، انهي جي قيمت خصوصن مقرر ڪئي وئي آهي، اميد ته انهي تي هر مسلمان عمل ڪري ثواب ۾ داخل ٿيندو هن ڪتاب "عمره جي سعادت پڙهڻ بعد ٽي قل پڙهي اسان ٽنهي رفيقن کي حياتي ۾ يا سان جي حياتي بعد بخشي ته الله ڪيس أجر عطا فرمائيندو. "آمين"

هن ڪتاب لکڻ ۾ ڪنهن بہ قسم جي پڙهندڙ کي ڪمي ڪوتاهي نظر اچي ته براءِ مهرباني هيٺ ڄاڻيل ايڊريس تي لکي موڪلي ته شڪر گذار رهندس آخر ۾ آئون هن پيش لفظ کي پنهنجي هن شعر تي ختم ڪريان ٿو ته:

سڀ مسلم ساڻ مئومن آ "علي محمد" بندو،
آهي "عاجز" ، ساڻ عترت يا نبي توتي سلام.

دعاگو
علي محمد شاهه "عاجز"
بروز سومر 7.2.2000
وقت 5.00 بجي شام

ايڊريس
پوسٽ آفيس چيلهہ ويا ڪنري
تعلقو ۽ ضلعو عمر ڪوٽ

8

# سعادت عمره

بسم الله الرحمن الرحيم

جڳائي جبار کي هاديءِ حمد ثنا. سڀ رنگ صاحب ٿيو لاءِ تنهن جي ربنا رب پاڪ جي پياري نالي سان شروع ڪندي سعادت سفر عمره شريف بابت تاثرات لکندي عرض ڪندو ٿو هلان ته خالق اڪبر جي امر کان سواءِ پن به ڇُري نٿو سگهي. بَر حق آهي ۽ رهندو اسان جي انهي سفر جي ابتدا به انهي قول مطابق ٿي جو روانو ٿيڻ ۾ رب پاڪ جو امر الاهي نموني نظر اچي ٿو جنهن حالت ۾ منهن جو سفر جو ارادو ٿيو سڄڻ سائين علي محمد شاهه جي صلاح ڪرڻ سان رب پاڪ جا ڪروڙين ڪرم منجيان ٿو جيڪي لاهڻ ۽ ڳائڻ جي مون ڪمزور ۾ ڪا سگهه نه آهي. ۽ هر وقت اهائي التجا آهي ۽ رهندي ته انهي نموني سان ربَ پاڪ رهيل تمنائون پنهنجي فضل و ڪرم سان نصيب فرمائي امين.

سائين علي محمد شاهه صاحب جن جي خاندان سان اسان ابن ڏاڏن کان پراڻو نياز مندي جو رستو اهي مون کي اها به خوشي آهي ته انهي واسطي جي ناتي سان اڄ به اهائي نياز مندي هلندي ٿي اچي ۽ رب پاڪ اڳتي به قائم رکندو. ۽ وري اهڙي ڀلي سعادت واري سفر ۾ گڏ رهڻ جو رب پاڪ شَرف ڏنو ۽ اسان کي گڏ رفيق سفر بنائڻ لاءِ هلي اچي پاڻ خود دعوت ڏني جنهن لاءِ از حد ٿورائتو ۽ نياز مند آهيان.

وري به رب پاڪ اهڙي سهڻي سات سان زيارت سعادت نصيب فرمائي جنهن جي آرزو اندر ۾ شامل آهي. رب پاڪ پوري ڪندو. جو بادشاهه بي پرواهه لاشريڪ آهي. الرحم الراحمين آهي. اسان جو ٽيون رفيق سفر عمره شريف ۾ برادرم عبد الله رند هو جنهن جو قرب عزيزن جيان آهي. جنهن انهي سفر ۾ اسان جي تمام گهڻي خدمت ڪئي جنهن لاءِ دعا آهي رب پاڪ کيس اجر ڏيئي خوش عافيت ايمان ڪامل بخشي سائين علي محمد شاهه صاحب جن هن ڪتاب سعادت عمره شريف لکڻ جي سعادت ماڻي رب ڪبريا کيس علم جو جوهر عطا ڪيو آهي.

جنهن اڳ ۾ به ڪافي ڪتاب رب پاڪ جي حمد ثنا ۽ رسول پاڪ جي مدح سڳوري جا شايع ڪرائي چڪو آهي جيڪي تمام مقبول

# سعادت عمره

ٿيا آهن ڪيس مبارڪون هجن. جيئن ته سندن بزرگن جو تعلق به ديني خدمتن ۾ رهيو. انهي ياد کي تازه ڪري رهيو آهي اسان جي به دعا آهي ڪيس رب پاڪ انهي خزاني سان مالا مال ڪري آمين.

انهي سعادت واري سفر جو شوق هر مسلمان جي دل ۾ سمايل هوندو آهي پروري نصيب ڪرڻ رب پاڪ جي اختيار آهي ڪيئن سرمائيدار سنبرندي سوالي بڻجي هليا ويا ۽ ڪن کي وري بنا تياري ۽ بنا ٺمر جي نصيب ڪيائين اهي آگي جا احسان جو انهي سفر جي سعادت نصيب ڪيائين ۽ اڳتي به بارگاه الاهي ۾ هي التجا آهي ته رهيل تمنائون سڃائي سفر سان نصيب فرمائي آمين انهي سفر ۾ جيڪا بارگاه الاهي ۾ پهچڻ سان راحت ۽ سڪون قلب نصيب ٿئي ٿو اها ٻڌائڻ ۽ لکڻ کان تمام مٿي آهي سفر ۾ هم خيال رفيقن جو هجڻ به رب پاڪ طرفان هڪ خصوصي ڪرم آهن انهي سعادت واري سفر ۾ تندرستي نصيب ٿيڻ وڏي نعمت آهي جيڪا به رب پاڪ جي فضل و ڪرم سان نصيب ٿي جنهن ڪري هيڪاري وڏي خوشي جا ڳالهه جو احڪام الاهي بجاء آڻڻ ۾ دل کي سڪون ۽ راحت ملي رب پاڪ جي اها به ڪرم نوازي ٿي جو جيترو وقت انهن پلين بارگاهن ۾ رهڻ نصيب ٿيو سنين ڳالهين ٻڌڻ ڏسڻ، زيارتون ڪرڻ، ۽ ذڪر الاهي ۾ گذريون جيڪا پڻ رب پاڪ جي ڪرم نوازي سان نصيب ٿيون. ۽ رب پاڪ نصيب ڪرائيندو آمين.

انهي سعادت عطا ٿيڻ کان پوءِ سِر بسجود ٿيڻ وقت ائين محسوس ٿيندو آهي جڻ ته ڪعبت الله شريف اڳيان آهي ۽ آئون سجده ڪري رهيو آهيان.

تاجدار مدينہ رسول پاڪ جي روضہ پاڪ ۽ مسجد نبوي تي نظر پوڻ سان ائين محسوس ٿيندو ته رحمت جو مينهن وسي رهيو آهي جنهن مان هر مؤمن فيض حاصل ڪري رهيو آهي اڳيئين روايت کي برقرار رکندي مديني پاڪ جي ماڻهن ۾ محبت تمام گهڻي محسوس ٿئي ٿي.

ڏٺي در اها التجا آهي رب پاڪ ٻنهي بارگاهن جي زيارت هر مؤمن کي نصيب فرمائي آمين ثم آمين.

دعاگو

**محمد وارث ولد علي محمد پنهور**

ڳوٺ محمد وارث پنهور ، ديهه جا نهرو پٽ، تعلقه ۽ ضلع عمر ڪوٽ
5-2-200 بروز ڇنڇر ٽائم ڇهه بجي

10

# عمري جي سعادت نصيب ٿيڻ

بسم الله الرحمٰن الرحيم

لبيڪ اللهم لبيڪ - لبيڪ لا شريڪ لڪ لبيڪ ان الحمدو نعمة لڪ الملڪ لا شريڪ لڪ.

هر مسلمان جي دل جي اها تمنا هوندي آهي ته هو پلي پار وڃي محبوبن جو مُلڪ ڏسي ۽ ديدار ڪري ۽ بيت الله‌شريف جو طواف ڪري ۽ روضہ رسول اڪرم صليٰ الله عليه و آله وسلم جي حاضري ڏي.

مون جهڙي گنهگارء ناقص، نا اهل بندي کي رب پاڪ پنهنجي در تي ڪيئن گهرايوءِ ان پار ڏي سفر ڪيئن شروع ٿيو، ان متعلق جيترو لکجي تمام ٿورو آهي، ان مان اظهار خيال ڪان رهي به نٿو سگهجي. انهي ڪري مختصر عرض ته 7 تاريخ آڪٽوبر 95ع جي شام جو سائين علي محمد شاه مونکي گهرايو، چانهه پيئڻ ڪانپوءِ ٻاهر وڃي وينا سين، اتي سائين علي محمد شاه فرمايوته انسان جي زندگي تي ڀروسو نه آهي، منهنجي دل جي آرزو آهي ته عمرو ڪري اچون. محمدوارث جي اهليہ حيدرآباد اسپتال ۾ آهي، سياٽي اتي هلي، انکي به چئون ته ۽ پاڻ ٿيئي ڄڻا گڏجي هلنداسين اهو ٻڌي يڪدم مون مبارڪ باد ڏني ۽ چيو ته شڪر الحمدلله ان ڪان مٿي ٻي ڪهڙي سعادت هوندي.

ٻئي ڏينهن صبح جو پروگرام موجب حيدرآباد، وياسين ته محمد وارث سان مشورو ڪجي پر ايستائين اها ڳالهه ڪنهن کي به ڪانهي ٻڌائڻي جيستين پنهنجو پروگرام اچي پاسپوٽ ۾ ويزا لڳي اچي. حيدرآباد پهچي محمد وارث سان مليا سين ۽ دل جو راز ٻڌايوسون ته ان صاحب به ان ڳالهه کي لبيڪ چيو، وڏيڪ خوشي ٿي اتان ڪان موڪلائي. اسين پنهنجي ڪم کي لڳي وياسين ڪاغذ وغيره ۽ پاسپورٽ نهرائڻ شروع ڪيو سين، هاڻ دل ۾ اها آس ته اسان جو ڪم اڄ ٿئي ته سياٽي نه ٿئي، الله تعاليٰ پنهنجي فضل سان مدد پئي ڪئي هر ڪم سهٽي ۽ سولي نموني - جلدي ٿيندو پئي آيو. 29 آڪٽوبر 95ع تي ٽڪيٽ ورتاسين ۽ 31آڪٽوبر 95ع تي پاسپورٽ ويزا لڳرائڻ

11

# سعادت عمره

لاءِ نيشنل بئنڪ ۾ جمع ڪرايا سين.بينڪ وارن 8 نومبر جي تاريخ ڏني.

8 نومبر 95ع تي وجڻ سان مبارڪ ملي تہ ويزا لڳي آئي آهي. شڪر الحمد الله سيٽ O.K ڪرائي سين. جيڪا هئي 30.11.95 شام 6.15 روانگي ڏيکاري. ٻئي ڏينهن حيدرآباد وئڪسين ليٽر وني P.I.A آفيس آيا سين تہ خدا پاڪ پنهنجي فضل سان رب پاڪ ٻہ ڏينهن اجا بہ اڳ ۾ يعني 27.11.95 شام 6.15 واري فلائيٽ ۾ پنهنجي در تي گهرايو.

دوستو: ان ڏينهن اسان اها ڳالهہ آئوٽ ڪئي سين تہ رب پاڪ پنهنجي ڪرم سان پنهنجي در تي گهرايو آهي. الله جو شڪر آهي، والدين حياتي آهن جن جون دعائون شامل حال آهنءِ انهن جي اجازت بہ شرعي شرط آهي، بابا کي راضي ڪرڻ ريجهائڻ لاءِ هر روز پير ۾ ويهي اچي اهي ڳالهيون ڪيم تہ بابا مونکي دعا ڪريو تہ الله حج نصيب ڪري آئون مديني وڃان. بابا چوندو هو تہ ابا ابا الله توکي حج نصيب ڪندو پٽ تون مديني ويندين.

مون يڪدم چيو تہ بابا توهانکي مبارڪ هجي سائين علي محمد شاهہ مديني وڃي پيو ۽ مونکي بہ پاڻ سان گڏ وٺي وڃي پيو. هاڻ ابا هاڻ جي ها، پو توکي چا کپي سائين گڏ آهي پٽ توکي مبارڪ هجي، پوءِ جڻ منهنجي لاءِ خوشي جي حد نہ رهي جو اجازت ملي وئي.

خوشيون بہ خوشين جهڙيون هڪ تہ پلي ولايت ڏانهن سفر ۽ وري سفر جو ساٿ بہ اهڙو اسان جو اڳواڻ منهنجو مرشد سائين سفر جي ساٿ جو رهبر هجي. اهڙي خوش قسمتي ۽ سعادت ٻي ٿي نہ ٿي سگهي. جو اسان جهڙا گنهگار، ناقص بہ ان در تي حاضر ٿي ويا.

حقيقت ۾ اسان جهڙا ناقص بہ سائين جي مهربانين سان اهو در ڏسي آيا. ان سفر متعلق جيترو لکجي گهٽ آهي، هن قلم کي اها طاقت نہ آهي، جو اني جي تعريف لکي پورو پئي، اهڙو تہ سفر سهڻو ۽ سٺو رهيو جنهن جو جيترو بہ ذڪر ڪجي ٿورو آهي. ڇاڪاڻ تہ سائين علي محمد شاهہ جهڙي هستي جو ساٿ ۽ اسين وري هم راز، هم خيال، ساٿي ۽ منظم رهبر جي رهنمائي ۾ سفر ڪيو سون ۽ حڪم

12

پيا، آنداسين، اتي جيڪو مزوآهي، لطف آهي. سڪون آهي ان جي جان انهن کي آهي جيڪي هڪ دفعو اتان ٿي رهي ڏسي آيا آهن.

رب پاڪ مثبب الاسباب آهي، اسان کي اهو شرف ملڻ جو سبب اسانجو سائين علي محمد شاهه صاحب جن آهن جن جي ارادي سان اسين ناقص ان منزل تي پهتاسين، ان ۾ ذري برابر به وڌاءَ نه آهي جو حقيقت کي لڪائي سگهجي. حقيقت کي بيان نه ڪرڻ به امانت ۾ خيانت ڪرڻ آهي.

شال الله تعاليٰ سائين کي هِن ۽ هن دنيا ۾ موچارو ۽ سرخرو ۽ سوڀارو ڪري آمين ۽ ٻچن سان خوش ۽ آباد رکي جو جنهنجو ايترو ۽ ايڏو اسان، سان چاهه ۽ سات رهيو آهي ۽ انشاءَ الله قيامت تائين رهندو، آمين.

اجا به دل ۾ آس اٿم ته وري به سائين جي سات ۾ رب پاڪ جلد مڪو ۽ مدينو پاڪ ڏيکاريندو. (آمين)

ان سفر متعلق اسانجي سائين علي محمد شاهه پنهنجي سفر نامي ۾ سچي حقيقت ڄاڻائي آهي، جنهن مان پڙهندڙ حضرات پاڻ ئي عشق الاهي جو اندازو لڳائي سگهندا ۽ لطف انداز ٿيندا ۽ لبيڪ اللهم لبيڪ چئي دل ۾ ان راهه ڏانهن وڃڻ جي تمنا ڪندا.

شال الله تعاليٰ هرمسلمان دَوست ۽ دشمن کي به ان در تي گهرائي. انهن ٻنهي درن کان مٿي دنيا ۾ ٻيو ڪو به در نه آهي. "آمين"

اٿم آس دل ۾ وڃان شال،

موٽي مديني. "آمين"

والسلام

ان سفر جو ساٿي خادم

ماستر عبدالله رند

ڳوٺ سر مست خان رند

تاريخ 2.2.2000

# رايو

سيد علي محمد شاهہ "عاجز" جو هي سفر نامو ڪمپوز ڪندي پڙهي، مونکي مشڪل انداز ۾ مشڪل لفظن ۾ سفر ناما لکندڙ بہ ياد آيا. پر مونکي هي سفر نامون انهن سڀني کان مختلف ۽ منفرد انهيءَ لاءِ لڳو. تہ مصنف پنهنجي ليکڪ هجڻ جو پورو پورو حق ادا ڪيو آهي.

سٺي لکڻي اُها هوندي آهي جيڪا آساني سان سمجهہ ۾ اچي، سٺو ليکڪ اهو هوندو آهي، جيڪو پنهنجي ڳالهہ پڙهندڙ کي سمجهائي سگهي ۽ اهو ليکڪ اڃا گهڻو منفرد هوندو آهي. جيڪو وري پڙهندڙ کي انهن جي ٻوليءَ ۾ پنهنجي تخليق پيش ڪري. اسان ادبي ڪانفرنسن ۾ اهو ڪيترائي دفعا سٺي ليکڪن جي واتان ٻڌو آهي تہ شاهہ سائين عام ماڻهن جي ٻوليءَ ۾ ڳايو آهي. جيڪا اڄ اسان شاهہ سائين جي شاعري پڙهي لطف اندوز ٿيندا آهيون. اها ٻولي اُن دؤر جي عام ماڻهن جي هئي.

سائين "عاجز" صاحب بہ پنهنجي هن سفر نامي کي پڙهندڙن ، جي ٻولي، انهن جي انداز ۽ انهن جي لهجي ۾ لکي، واقعي پنهنجي لکڻ جو حق ادا ڪيو اٿن، ڇو تہ اسان جي ملڪ جا سفرنامانويس اڪثر مشڪل ۽ ڏکي انداز ۽ لفظن ۾ لکي پنهنجي وڏي هئڻ جو ثبوت ڏيندا اهن. پر سندن مواد عام پڙهندڙن لاءِ مفيد ناهي هوندو، بلڪ صرف سندن ساٿي ليکڪن لاءِ ئي مفيد هوندو آهي.

هن سفر نامي ۾ مصنف جيڪو مواد ڏنو آهي، ان ۾ تمام سٺي ڄاڻ آهي، مڪي شريف ۽ مديني منوره جون ڪوڙ جايون وضاحت سان لکيون اٿن، انهن جون زيارتون پاڻ ڪيائون ۽ اتي جو ماحول جيڪو پاڻ ڏنائون، اهي سڀ ڳالهيون تمام سٺي، سهڻي ۽ آسان طريقي سان لکيون اٿن. خاص ڪري عام ماڻهو هن سفر نامي مان تمام گهڻو لطف اندوز ٿيندا، اُهي ماڻهو تہ بار بار ڏاڍو ذوق ۽ شوق سان پڙهندا

15

# سعادت عمره

جن کي حج، عمري ۽ مديني منوره جي سعادت جو عشق هوندو، تن
سفر نامون انهن لاءِ راهه مشعل ۽ ثابت ٿيندو. هي سفر نامون ڪجهه
حاجين سان سفر جو ساٿي به ٿي سگهي ٿو.

**ربنواز لاشاري**
بلديه ڪالوني حيدرآباد.

دستور اهو هوندو آهي تہ سفر نامون بر وقت ۽ انهي جڳهہ تي لکيو وڃي تہ اهو وڌيڪ دلچسپ هوندو آهي. ليڪن وقت جي کمي ۽ وڌيڪ مصروفيات جي ڪري اهين لکڻ مشڪل ٿي پيو. انهيءَ ڪري سوچيم تہ واپس ڳوٺ پهچي واند ڪائي جي وقت سڄو سفر مڪمل احوال سان قلم بند ڪندس. قلمبند ڪرڻ جو اول مقصد تہ منهنجي پنهنجي حياتي ۾ پنهنجن يادن کي تازو ڪرڻ لاءِ، جنهن مان مونکي هڪ خاص احساس ۽ لطف اچي ٿو. هي احوال لکي پاڻ وٽ رکان ٿو نمبر 2 جيڪو منهنجو آل آهي. جنهن ۾ پٽ، ڌيئون، نياٽا پاٽيجا. پائيٽيا ۽ ڏهنا اچيو وڃن تا انهن جي هدايت نصيحت ۽ رهبري لاء لکي رکان ٿو، ۽ هر مسلمان کي شال هي چند اکر اهڙي سفر ۾ رهبري ڪن.

شال منهنجو اولاد ۽ منهنجا دوست هنن اکرن کي عزت ۽ مقصد جي نگاه سان ڏسن. (آمين)

26 نومبر 1995ع جي سج ايرڻ سان سفر جي تياري لاءِ صبح جو ستين بجي پنهنجي مخصوص ڪمري ۾ داخل ٿيس جيئن تہ شرع جي حڪم موجب تڙ ڪري، سنوارت ڪري، پاڪ ڪپڙا پائي،

نفل پڙهي سفر جي شروعات ڪجي. پنهنجي ڪمري ۾ تياري ڪرڻ ۾ ڪجهه ٽائم لڳي ويو. ته ٻاهر ماڻهن جي وڏي ميڙ اچڻ ۾ دير ڪونه ڪئي. جيڪي ويچارا رخصت ڪرڻ لاءِ اچي گڏ ٿيا هئا. انهن جي مون کي نه خبر هئي، نه ايتري توقع هئي. ته هيترا سچا دوست اچي مون جهڙي ناقص کي رخصت ڪري دعائون ڏيندا. انهي ميڙ ۾ آيل ماڻهن جا نالا لکڻ کان آئون قاصر آهيان، جيڪڏهن اگر نالا لکان ته ڪافي ٽائم لڳي ويندو ۽ ڪافي پنا پرجي ويندا.

منهنجو ته صرف منهنجن رفيقن محمد وارث ۽ ماستر عبدالله سان پروگرام رکيل هو. ته توهان 26 نومبر 1995ع صبح 9:00 بجي هتي پهچي وڃجو بحرحال ماڻهو ويچارا ڪافي اچي چڪا هئا. آئون انهن کان بي خبر پنهنجي ڪمري اندر تياري ۾ مشغول هئس.

تياري مان فارغ ٿي سفر لاءِ نفل پڙهي رهيو هئس ته ڪمري جي دروازي تي ٺڪ ٺڪ جي آواز مون کي جلد دعا گهرڻ تي مجبور ڪيو. بعد دعا گهرڻ جي درڪوليم ته حاجي غلام رسول رند ۽ الهه بخش رند گلن جا هار کڻيو بيٺا هئا. مبارڪ ڏيندي هارپارايائون ۽ حاجي غلام رسول هڪ ڪاغذ منهنجي کيسي ۾ وڌو، جنهن ۾ سندس دعا متعلق لکيل هو، ۽ مون کان ڊيوٽي تي وڃڻ سبب اجازت گهريائين.

جيئن آئون حاجي غلام رسول سان گڏ بنگلي کان ٻاهر نڪتس ته ماڻهن ميڙ، گلن جي هارن مبارڪ مبارڪ جي آواز مون کي حيران ڪري ڇڏيو.

هي ڪو آئون پنهنجي واڪاڻ يا شهرت جو ذڪر ڪونه ٿو ڪريان پر سفر جي شروعات جي احوال ۾ اهو منظر اچي وڃي ٿو انهي ڪري سربستو احوال لکي رهيو آهيان.

ٻئي طرف ماني جو انتظام ٿورن ماڻهن جو ڪيل هو. جيڪي اسين وڃڻ وارا يا انهن سان چند گڏ هلڻ وارا هئا. انهن جي ماني تيار ٿيل هئي. ماڻهو وڏي وڃڻ جي ڪري ماني وڌائي نه ٿي پئي. انهي سبب ڪري روانگي جي ٽائم ۾ تاخيرڪرڻي پئي. المقصد ته ماني مان

18

اسان 10.5 بجي فارغ ٿي ويا سون.
انهيءَ بعد آئون پنهنجي گهر ۾ ويس. گهر وارن کان رخصت
ڪري ٻاهر ايس. ته هاڻي هلڻ جي تياري بلڪل مڪمل ٿي چڪي
هئي. اسان ٽنهين رفيقن عمر ڪوٽ مان هڪ ٽيڪسي گهرائي هئي،
جنهن ۾ چڙهي سوار ٿيا سون. ته گهڻن دوستن وٽ سواريون ڪونه
هيون انهن ويچارن اتي الوداع ڪيو. انهن دوستن کي الوداع چئي اسين
روانا ٿيا سون هاڻي اسان سان صرف ٽي گاڏيون هيون هڪ گاڏي اسان
ٽنهين رفيقن جي هڪ گاڏي بابو نهڙي ءَ جي هڪ گاڏي اڪبر نهڙي
جي جيڪا سندس ڀاءُ عبداللهوٺي آيو هو.
انهن ٽنهين گاڏين جي ننڍڙي ڪافلي سان اسان ميرپور خاص
طرف روانا ٿيا سون تقريبن هڪ بجي ميرپور پهتا سون ته اتي عبدالله ءِ
اڪبر نهڙي چانهه جي دعوت ڪئي هئي. اسان عبدالله ءِ بابو جن کي
ساڳين جاءِ تي ورانو ڪري، اسين پي آئي اي جي آفيس ويا سون، جتان
سبب جي لاءِ ٻيهر تحقيقات ڪرڻي هئي ته ساڳي سيٽ ءِ جهاز جي
ساڳي ٽائم تي پرواز آهي؟ تصديق بعد عبدالله اڪبر جي جاءِ تي ويا
سون، جتي چانهه جو انتظام اڳي ٿيل هو. چانهه پي دوستن کان رخصت
وٺي حيدراباد طرف روانا ٿيا سون.
حيدرآباد روانگي وقت اسان سان ٻه گاڏيون هيون هڪ اسان
جي ٻي بابو نهڙي جي عبدالله نهڙي بابو سان گڏچڙهي ويٺو ءِ اڪبر
جي گاڏي ميرپور ۾ ڇڏي ڏني دوستن کان رخصت ڪري باقي ٻنهين
گاڏين ۾ اسين اٺ ڄڻا حيدرآباد طرف روانا ٿيا سون اڳين نماز رستي ۾
پڙهي سون خير خوبي سان حيدرآباد پهچڻ تي ڪجهه خريداري ڪرڻي
هئي. جهروڪ جاڪيٽ ءِ ٽوپيون وغيره خريد ڪري بعد ۾ پبلڪ
اسڪول لطيف آباد تي ويا سون جتي محمد حسن شاه سان ملي ڪيس
فارم ڀرڻ متعلق هدايتون ڏئي ڪائنس موڪلائي ڪراچي وڃڻ لاءِ
تيار ٿيا سون. انهين ڏيهن (مير)فتح علي شاه طبيعت ٺيڪ نه هئڻ ڪري
موٽ موڪل تي هو (محمد حسن شاه ءِ فتح علي شاه منهنجي وڏي ءِ
ننڍي ڀيڻ جا ناٺا آهن) اندازن 4 بجي ساڳي ڏينهن حيدرآباد مان

ڪراچي ڏانهن روانا ٿيا سون.

رستي ۾ وقت به وقت تلبيو (لبيڪ الاهم لبيڪ) پڙه
پنهنجي سفر کي جاري رکندي هلي رهيا هئا سون ته وچين نماز جو ٽ
ٿي ويو. ٻه رڪعتون سفر نماز رستي ۾ هڪ مسجد شريف ۾
ڪري ساڳي سفر کي جاري رکيو سون. انهين رفتار ۾ هلندا رهيا سون
سج به پنهنجي رفتارم کا ڪمي ڪانه ڪئي. انهين ڪري سج ا
کان غروب ٿي ويو ته سانجهي نماز جو وقت ٿيڻ ڪري هڪ مس
شريف وٽ گاڏي روڪي سانجهي نماز ادا ڪئي سون. بعد نماز مغ
جي ساڳيو سفر جاري رکيو سون اندازن رات جو 7 بجي جي لڳ
ڪراچي شهر ۾ داخل ٿيا سون.

پروگرام موجب طارق روڊ جو رخ ڪيو سون. جتي رهڻ
هوٽلون ڳوليندي اسان کي ڪلاڪ کن لڳي ويو آخر هڪ هوٽل تي
ڪمرا وٺي رات گذارڻ جي لاءِ ترسي پيا سون عشاءَ "سومهاڻي" ن
جو وقت ٿي چڪو هو انهين ڪري سڀ کان اول ڪمري ۾ سفر ن
ادا ڪري بعد ۾ ماني کائي آرام ڪيو سون. ته رات جو ٽائم 12 ب
کي ويجهو ٿي رهيو هو ۽ 26 نومبر جي تاريخ بار بار الوداع چئي ر
هئي جڻ رخصت ڪندڙ دوستن سان گڏ ڪراچي پهچڻ بعد 26 نوم
جي تاريخ رخصت گهري رهي هئي. گهڙين جي ڪانٽن جي رفتا
سندن مضبوط ارادي کي ڏسي جو ڪڏهن ايهي گهڙين جا ڪان
پنهنجي رفتار کان پوئتي نه موٽيا آهن مجبورن رخصت ڏسندي بستري
آرامي تيا سون.

صبح جو ننڊ مان اک کلي ته فجر نماز جو ٽائم 27 نوم
جي تاريخ ۽ اڳاري جي ڏينهن اٿڻ سان آجيان ڪئي البته 27 نوم
صبح جو ڇهه بجي جو ٽائم هئڻ ڪري 27 نومبر جي تاريخ ڇه
ڪلاڪ جي شڪايت ڪري رهي هئي ته ايهي منهنجا ڇهه ڪلا
قيمتي اوهان غفلت جي ننڊ ۾ گذاري ڇڏيا.

ڪيس پوري زندگي جي ڪوتاهين جي دليلن ۾ شمار ڪ
منهن توڙ جواب ڏيندي نماز لاءِ تيار ٿيا سون بفضل تعالىٰ نماز ڪ

فارغ ٿي هانهہ وغيره ٻي سامهين سفر جي تياري لاء ڪوشش ڪئي [illegible] ته هڪ ٻہ معمولي شئي گهربل•هئي جنهن لاءِ محمد وارث ۽ ماسٽر عبدالله خريد ڪرڻ لاءِ بازار ويا. ۽ آئون سنوارت ڪرڻ غسل ڪرڻ ڪمرا بدلائڻ ۾ لڳي ويس انهين ڪم مان فارغ ٿي پنهنجي سفر لاءِ [illegible] ڪنبل ٿيلهي کي سيٽ ڪرڻ ۾ لڳي ويس اتي ٿيلهي ۾ مختصر سامان جو تفصيل لکڻ مناسب سمجهي انهين ڪري سامان جو تفصيل [illegible] ٿو تہ خداوند ڪريم ڪنهن ٻہ مسلمان جي قسمت ڪري تہ انهن سفر لاء ايترو سامان ڪافي ٿيندو.

هڪ ٿيلهو هو جنهن کي هٿ ۾ کڻي سگهجي ۽ ڪلهي ۾ ٻہ [illegible] سگهجي جنهن ۾ ٻہ عدد ڪپڙن جا وڳا ٻہ عدد جوراب ٻہ عدد [illegible] ٻہ عدد احرام چار چادرون ،هڪ ڪمر پٽو، هڪ شيونگ بڪس، هڪ عدد رومال، هڪ عدد گوڏجو ٽوال، هڪ عدد هٿ اُگهڻ لاءِ ٽوال، هڪ عدد چپل ربڙ وارو، هڪ عدد ڪپڙي جي ڳوٿري، هڪ عدد ڪريم. هڪ عدد ٽوٿ برش. آئون سگريٽ پيئندو آهيان انهين [illegible] ٻہ عدد ايم بي سي سگريٽ جا ڏنڊا.سوپاريون هڪ سوڙي هڪ سليپر (جيڪو پير ۾ پاتل هو) ڪجهہ گوريون جهڙوڪ پيچش لاءِ زڪام لاء. بخار لاءِ سور لاءِ، خارش لاءِ ڊاڪٽر غلام محمد [illegible] سان مشوري بعد دور انديشي خا طر پاڻ سان کنيون هيون. علاوه واليم5 گوريون ٻہ گڏ کنيون هيون. ليڪن ڪراچي ۾ سيني [illegible] مسورو ڏنو تہ متان سعودي عرب ۾ واليم5 گورين کي منشيات ۾ شمار ڪن انهين ڪري اهي گوريون واليم5 عبد علي شاه کي ڏنم [illegible] واپس ڳوٺ ڪٽي آيو. (نوٽ: عبد علي شاهہ منهنجو ڀاٽيجو ٿئي [illegible])

ٻئي طرف محمد وارث ۽ ماسٽر عبدالله جيڪي مختصر سامان وٺڻ لاء ويا هئا. بازار دير سان کلڻ ڪري انهن ٻنهين کي ڪافي ليٽ ٿي وئي. تقريبن ٻئي ڄڻا 11 بجي واپس هوٽل تي پهتا تہ اسان جلدي جلدي ماني کائي ڪمرا خالي ڪري ٻنهين گاڏين ۾ سوار ٿي ايئر پورٽ جناح ٽرمينل دانهن روانا ٿيا سون 12بجي ايئر پورٽ جناح ٽرمينل تي

21

ٻحي سامان گيٽ کي سامهون رکي فارغ ٿي ھاڻي اسان پنھنجن عزيز
دوستن ۽ ڳوٺائن جي تلاش ۾ لڳي ويا سون جن ڳوٺان ھڪ ب
ڪرائي تي ڪئي ھئي ۽ اسان کي آخري الوداع ڪرڻ لاءِ ايئر پور
اچنا ھئا.

گھڻو انتظار ڪرڻو ڪونہ پيو تہ سيئي دھت ملي ويا سي
گڏ جي سامھين پارڪ تي ويٺا سون تہ حاجي غلام رسول رند
سلام الله ميمڻ بہ اچي ويا جيڪي بہ اسان کي الوداع ڪرڻ آيا ھئا.

سيني گڏ جي خوش گوار ماحول ۾ ڪچھري ڪري رھيا
سون تہ اڳين نماز جو ٽائم ٿي ويو بعد نماز پڙھڻ جي سيني دو
سان گڏ ھوٽل تي چانھہ پيتي سون. انھين بعد وري سيئي گڏجي سا
پارڪ تي اندر وڃڻ واري گھيٽ کي سامھون ٿي ويٺا سون. انھين ڪ
جو اسان کي ايئر پورٽ جي عملي ٻڌايو ھو تہ گيٽ اندر وڃڻ لا
بجي کلندو.

انھين انتظار ۾ خاص دير ڪونہ ٿئي تہ گيٽ کلي ويو ۽ اس
اندازن 3.5 بجي گيٽ تي آيا سون.

ھڪ عجيب منظر ھو ھڪ تہ مقام مقصد ڏانھن وڃڻ
خوشي ٻيو سيني عزيزن دوستن جي ميڙ ۾ بار بار ياڪر پائي خدا حا
توھان جوُ الله حامين ناصري آھي تمام قرب ۽ محبت وچان بار بار
سيني لڳايون سچ دل اھڙي تہ متاثر ٿئي ٿي جنھن جي بيان لکڻ ک
قلم قاصر آھي.بابا ماما چاچا سائين انھن الفاظن جي گونج دل
خوشي ڏني نظرن ملائڻ سان دل پرجي پئي تہ سيئي چئي رھيا ھئا
توھان جو الله نگھبان آھي. اسان جي حق ۾دعائون ھر وقت گھرندا.

خدا گواہ اھي تہ انھين سيني دوستن جي شفقت محبت قرب
پيار پاٻوہ ڏسي دل ڏاڍي حيران ٿي جنھن جي مون کي اڳي ڪابہ اھ
توقع ڪونہ ھئي. ليڪن سندن محبت ۽ ورتل تڪليف کي ڏسي پنھن
پاڻ گريبان تي نظر وڌم تہ مون تہ انھين لاءِ ڪجھہ ڪونہ ڪيو آ
ٻوءِ بہ ويچارا ايتري قرب سان رخصت ڪري رھيا آھن.انھين جي جي
دل ۾ خوشي ٿي تنھنجو اندازو رب العزت ئي ڄاڻي سگھي ٿو جنھن

22

دربار ۾ بار بار سيني دوستن لاءِ دعائون گهريون ويون ته يا رب العزت انهن سيني کي ۽ هر مسلمان کي تنهنجي انهين دربار جو ديدار نصيب فرمائي ۽ بخشش رحمت جو ابر مٿن وسائي. "آمين"

گيٽ مان اندر داخل ٿيڻ وقت محمد هاشم نهڙي جيڪو پي ائي اي پليس ۾ ايس آئي آهي.اهو مليو جيڪو بابو نهڙي ۽ عبدالله نهڙي جي قوم جو هئڻ ڪري اسان کي عزت سان گيٽ اندر وٺي ويو مختصر چيڪينگ جي شرط جي پورائي ڪري ٿيلها سامان جا رکي هڪ بار اسان کي گيٽ تي دوستن کان آخري الوداع چوڻ لاءِ وٺي آيو.

ته سيئي دوست بيتاب ٿي اسان کي ڏسڻ ۽ آخري الوداع چوڻ لاءِ منتظر هئا.بلند آواز ۾ سدائون گونجڻ لڳيون بابا خدا حافظ ماما خدا حافظ چاچا خدا حافظ سائين خدا حافظ خدا حافظ باوجود خوشي اهڙي مقصد ڏينهن جي جنهن ۾ اسان جي بيت الله ۽ رسول الله ڏانهن روانگي هئي تنهن هوندي دوستن جي قرب انهين جذبي اکيون آب ديد ڪري ڏيون. بغير ڪنهن لکا وجهڻ جي خدا حافظ جواب ۾ چئي سيني کان موڪلائي ايس آئي محمد هاشم جي رهبري ۾ ٽرمينل اندر روانا ٿيا سين.

جناح ٽرمينل جي جيتري تعريف لکجي ته اها گهٽ شمار ٿيندي پاڪستان ۾ انهي مقابلي ۾ ٻيو ڪوبه اهڙو ٽرمينل اجان تائين نه ٿيو سگهيو آهي. اندر تمام ڪشادو هر جڳهه تي لفٽ واريون چارهيون علاوه هلڻ لاءِ مشن تي رستيون ٺهيل هيون جنهن تي چڙهي پيهڻ سان وڪ کڻڻ جي ضرورت کونه ٿي پئي اها پٽي "رستيون" پاڻهين هلي اڳتي پهچايو ٿي. بحر حال محمد هاشم هجڻ جي ڪري اسان کي ڪٿي چيڪنگ وغيره جي ڪابه تڪليف ڏسڻي کونه پئي اسان کي محمد هاشم انتظار گاه تي وجي ڇڏيو. پر ۾ نماز پڙهڻ لاءِ ڪالبحا وچايل هئا ۽ ٿوري فاصلي تي باٿ روم هئا پر ۾ هوٽل هئي ۽ اعلي قسم جا ڪوچ ۽ ڪرسيون هيون محمد هاشم اسان کان رخصت وٺي سمجهاتي ڏئي روانو ٿيو ته هاتي ٽائم ٿيڻ تي لائوڊ تي اعلان ٿيندو ۽ ير وارو گيٽ کلندو توهان احرام ٻڌي تيار ٿي ويهو. اعلان بعد گيٽ

23

مان سڌا جهاز ۾ داخل ٿيجو.

اهو ٽائم شام جو4 بجي جي لڳ ڀڳ هو. اسان ٽنهين اتي ويهي انتظار ڪندي هڪ بار چانهه پيتي سون. ڳالهيون ڪندي وقت گذرڻ جو احساس ڪونه ٿيو ته شام جو 5بجي جو ٽائم ٿي ويو. اسان ٽنهين وچين نمازسفر ادا ڪئي سون. انهين بعد نئين سر وضو ڪري پاتل ڪپڙا لاهي ٿيلهي ۾ وجهي احرام جون چادرو ڪئي احرام ٻڌي ٻه رڪعتون نفل ادا ڪري عمري جي نيت ڪئي سون.

انهين بعد ساڳي ڪرسين تي آيا سون جتي سامان (ٿيلها) رکي ويا هئا سون. هن وقت اسان کي شرع محمدِ جي حڪم موجب صرف حرام ۾ ٻه چادرون هيون هڪ جي گوڏ ٻڌل ۽ هڪ چادر ڪلهن تي اوڍيل ۽ پيرن ۾ ربڙ وارو چپل هو. چيلهه تي هي هڪ ڪمر پٽو هو. انهين ڪمر پٽي ۾ پاسپورٽ شناختي ڪارڊ پئسه هئا ۽ مون وٽ سگريٽ جو پاڪيٽ ۽ ماچس ڪمر پٽي ۾ گڏ ڪنيل هئا.هاڻي اسان پنهنجي جهاز ۽ گيٽ کلڻ جي انتظار ۾ ويٺا هئا سون انتظار گاه ۾ داخل ٿين کان وٺي ٿوري ٿوري وڪفي بعد لائوڊ تي مختلف ملڪن ڏانهن ويندڙ جهازن جي ٽائم ٿيڻ تي اعلان ٿيندا رهيا ٿي. جنهن گيٽ تي جيڪو جهاز تيار هو ته اهو گيٽ کليو ٿي سيڪو مسافر پنهنجي منزل ڏانهن ويندي جهاز ۾ سوار پئي ٿيو.

اسان به تمام بيچيني سان انتظار ڪري رهيا هئا سون ته جده لاءِ پي آئي اي جهاز جو ڪڏهن ۽ ڪهڙي گيٽ کان وڃڻ لاءِ اعلان ٿئي ٿو.انتظار اشهد من الموت جي احساس کي محسوس ڪندي هيڏانهن هو ڏانهن نظرون ڪن ٻڌڻ لاءِ ڦيرائي رهيا هئاسون ته شام جو سوا ڇهه بجي کي گهڙين جا ڪاٽا پهچڻ تي هئا ته لائوڊ مان آواز آيو ته جده شريف لاءِ پي آئي اي جو جهاز تيار آهي. مسافرن کي گهرجي ته گيٽ نمبر29 تي پهچي وڃن

اعلان ٻڌڻ سان سڀ مسافر اٿي کڙا ٿيا اسان پنهنجا ٿيلها ڪلهن ۾ وجهي وڃي گيٽ جي لڳل قطار ۾ بيٺا سون سڀ ڪنهن کي بورڊنگ ڪارڊ هٿ ۾ هو واري اچڻ تي گيٽڪيپر کي ڪارڊ ڏسيو سون

24

جنهن اڌ ڪارڊ جو حصو ڦاڙي پاڻ وٽ رکيو ۽ اڌ ڪارڊ اسان جي حوالي ڪيائين گيٽ پارڪري جهاز ڏانهن ويندل سيڙهي يا گلي ڇئجي جنهن ۾ داخل ٿيا سون جو اندر 30 قدم اولهہ طرف وڃي پوءِ ڏکڻ طرف مڙي اندر 20 قدم هلڻ تي جهاز جي گيٽ "دروازو" تي پهچي ويا سون.

ياد رهي تہ جناح ٽرمينل تي جهاز مان لهڻ ۽ چڙهڻ لاءِ چاڙهيون ڪونہ نهيل آهن متي لکيل سيڙهي ڇئبي يا گلي ڇئبي تہ اهڙي قسم جون نهيل آهن. جنهن جي رستي مسافر جهاز ۾ سوار ٿئي ٿو ۽ لهي ٿو.

بحر حال جهاز جي گيٽ (دروازو) تي بيٺل عملي کي پنهنجا ڪارڊ ڏسيا سون ويندو سيٽ (يعني هڪ دري جي سائيڊ ڪان ٿئي سيٽون ڏنيون متي سامان رکڻ جا بکسا هئا جنهن ۾ ٿيلها رکي آئو اتر طرف دري واري سيٽ تي وينس محمد وارث منهنجي پر ۾ وچواري سيٽ تي وينو ۽ ماستر عبدالله تنهنجي پري واري سيٽ تي وينو.

سيٽن تي وهڻ بعد جهاز جو معائنو ڪرڻ لڳا سون سڄي جهاز ۾ نظر گهمائي سون تہ هر مسافر پنهنجي پنهنجي سيٽ تي وهندو ويو ٿي ڏسندي ڏسندي ٿوري دير ۾ سڄو جهاز ڀر جي ويو ڪابہ سيٽ خالي نظر ڪونہ ٿي آئي.

ڪجهہ جهاز جو احوال لکندو هلان جو هر ڪو ماڻهو جهاز ۾ هر روز ڪونہ چڙهندو آهي اسان جو بہ هن عمر تائين اهڙي جهاز ۾ سواري ڪرڻ جو پهريون موقعو هو اڳي بچپن ۾ 1958ع ۾ ڪراچي شهر متان جهاز ۾ شوق خاطر پرواز ڪئي هئي سون انهين بعد ايهو پهريون موقعو جهاز ۾ چڙهڻ جو هو.

جهاز اندر مسافر جي داخل ٿيڻ لاءِ هڪ دروازو هو ۽ جهاز جي پائليٽ (ڊرائور) اسان کان متي ڇت متا ڪمرو هو جنهن جو دروازو جدا هو پائليٽ سان ڪيترا عملي جا ماڻهو گڏ هئا جنهن جي اسان کي خبر نہ پئي سگهي جو هو اسان کان جدا هئا.

جنهن لائن ۾ اسان وينا هئا سون انهين لائين ۾ ڏه مسافر لاءِ ڏه سيٽون هيون جنهن مان ٽي سيٽون اتر طرف کان هيون جنهن تي اسين

25

ونئل هئا سون انهين سان لڳ ماتهن جي هلڻ لاءِ رستو هو انهين بعد جا سيٽون وچ ۾ هيون انهين سان لڳ هلڻ لاءِ رستو هو انهين بعد ٽي سيٽون ڏکڻ طرف کان دري جي پر سان هيون ايهي جمله ڏه سيٽون هڪ لائين ۾ هيون اهڙيون لائنون منهنجي اندازي موجب 50هيون انهين حساب سان 500 مسافر ٽي وڃن ٿا. ۽ اسان کي جهاز جي عملي جا چار ماڻهو ڏسڻ ۾ پئي آيا. جيڪي اسان کي هر ڳالهہ ۾ مدد ڪري رهيا هئا جنهن مان ٻہ مرد ۽ ٻہ عورتون هيون جهاز جو بورچيخانو ڪٿي جٿجي اسان کي ٿورواڳيان هو ۽ جهاز جي لئٽرين(ڪاڪوس) جهاز جي پوئين حصه وٽ هو.

اسان جنهن جڳهہ تي ويٺا هئا سون انهين جڳہ کان جهاز اندازن ٽي حصا پوئتي هوندو اسان جي سامهون ٽي وي اسڪرين بہ ويجهي هئي هر ڪنهن جي پاسي ٽيڪ لڳائڻ واري ٻانهن ڪٿي جٿجي أها کلي ٻہ سگهي ٿي ۽ بند ٿي سگهي ٿي انهي اندر سگريٽ پيئڻ لاءِ اسٽري بہ لڳل هو ۽ هر ڪنهن سيٽ تي انهي اندر ٽيپ رڪارڊ بہ لڳل هو ۽ انهين سان گڏ ڇت واري بتي ٻارڻ يا بند ڪرڻ وارو بٽڻ بہ لڳل هو علاوه بيل (گهنٽي) وارو بٽڻ بہ لڳل هو ۽ هر ڪا سيٽ سمهڻ لاءِ پوئتي کلي سگهي ٿي ۽ هر هڪ سيٽ کي سامهين ٽيبل لڳل هئي جا بند بہ ٿي سگهي ٿي کلي بہ سگهي ٿي انهين ٽيبل جي هيٺ هڪ ڪپڙي جو ٿهيل بڪس هو جنهن ۾ مختلف رسالا ۽ جهاز متعق هدايتن جو ننڍو ڪتاب پيل هو ۽ ڪنن تي لڳائڻ لاءِ گرام فون بہ رکيل هو جيڪو سيٽ ۾ ٽائيپ لڳل هو انهين جو هڪ سوئيچ لڳل هو جنهن کي بدلائڻ سان اسان جيڪي ٻڌڻ چاهيون مثلاً قرآن پاڪ يا قوالي يا گانا يا راند مطلب تہ وقت گذارڻ لاءِجيڪي جنهن جي دل چاهي اهو ٻڌي منهنجو تہ اتفاق اهڙو ٿيو جو مون پهريون سوئيچ لڳايو تہ اها قوالي هلي رهي هئي جنهن جي مون کي سالن کان تلاش هئي "صرف اڪ بارمصطفيٰ پڪار" اها قوالي اڳي مون صرف هڪ دفعو ٽي وي تان ٻڌي هئي.جنهن کان متاثر ٿي مون انهين قوالي جي ڪاپي پنهنجي سنڌي شعر ۾ ڪئي آهي جيڪا ڪتاب "فغان عاجز" ۾ ڇپجي چڪي آهي.

26

"صرف اڪ بار مصطفيٰ پڪار" قوالي جو لفظ ٻڌڻ شرط مون محمد وارث ۽ ماستر عبدالله کي رڙ ڪري چيو تہ منهنجو تہ مطلب هن وقت رب العزت پورو ڪيو اڳتي بہ طفيلي مصطفيٰ جي مطلب پورا ڪندو چا ڪاڻ تہ جنهن ٻول ۽ قوالي جي مون کي سالن کان تلاش هئي اها رب العزت جهاز ۾ چڙهڻ سان مطلب پورو ڪيو ۽ وري سفر بہ انهين ڏس انهين هستي انهين دربار ڏانهن آهي. الحمدالله تمام تعريفون انهين پاڪ رب کي جڳائين.

ايتري ۾ جهاز جو دروازو بند ٿيو ۽ سگريٽ پيئڻ منع آهي جي بتي هر ڪنهن اڳيان ٻري رهي هئي ۽ بيلٽ ٻڌڻ جي بتي بہ هر هڪ سيٽ جي اڳيا ٻري رهي هئي. سامهون ٽي وي اسڪرين تي جهاز جي پرواز ڪان سفر ۾ هلڻ لاءِ جهاز جي قائدي موجب هدايتون ڏيڻ شروع ڪيائون جنهن ۾ بيلٽ ٻڌڻ ڪولڻ جي ترتيب سمجهائڻ بعد اهو بہ سمجهايو يو تہ اوچتو اتفاق سان حوا جي دٻاء وڌي وڃڻ سبب آڪسيجن گهٽجي وڃڻ جي ڪري هرهڪ سيٽ مٿان آڪسيجن جون ٿيلهيون هر هڪ سيٽ مٿا پاڻهين ڪري پونديون اُهي ڏسيل ترتيب موجب پنهنجي نڪ ۽ وات تي لڳائي آڪسيجن ڪٽڻ جي ڪوشش ڪجو.

ٻيو تہ خدا نخواست امر جنسي حالت ۾ جيڪي ايمر جينسي دروازا آهن پاڻهين کلي پوندا ۽ هر هڪ سيٽ جي هيٺ ڇٽي (پيراشوٽ) پيل آهي اوهان ڪٽي ايمرجنسي گيٽ مان هيٺ زمين طرف لهجو انهن پوين هدايتن ذهن کي جوڪائي ڇڏيو تہ شايد انهن ٻنيهن مرحلن مان گذرڻو پوندو ليڪن وري هر مسافر اهو سوچيو تہ اهو ڪو جهاز جي سفر جو معمول يا دستورنہ آهي اهو تہ ڪو اوچتو حادثہ جي حالت ۾ ايئن ڪرڻو پوي ٿو.

انهن هدايتن يا سمجهاڻي ڪان فارغ ٿيا سون تہ جهاز آهستي آهستي رنوي تہ هلڻ شروع ڪيو ٽائم تہ روانگي جو 6.30 هو. ليڪن 7 ٿي چڪا هئا جڏهن جهاز رنوي تي هلڻ شروع ڪيو انهين ڪري اسان جي سانجهي جي نماز قضا ٿي وئي هائي سوچيو سون تہ نماز قضا

ني وٺي انشا الله تعالي سانجهي نماز قضا مڪه شريف ۾ حرم پاڪ ۾ پڙهندا سون.

ٻئي طرف جهاز ستين بجي ڏهه منٽ تي رنوي تان روانو آهستي آهستي ٿيندي پرواز جي اسپيڊ وڌڻ شروع ڪيائين زمين ڇڏڻ وقت ٿورو آسمان طرف سئون محسوس ٿيو ٿي. ته هاڻ بلندي ڏانهن وڃي رهيو آهي. جهاز ۾ جن ڪي عمره لاءِ احرام ٻڌل هئا اهي خصوصن ۽ سڀني تلبيو "لبيڪ الاهم لبيڪ " جي لولي بلند آواز سا شروع ڪئي جڻ جهاز ڪي انجڻ نه بلڪه الاهم لبيڪ جا الفاظ آسمان طرف پرواز ڪرائي رهيا آهن اهو ٽائم عجيب ڪيفيت هئي عجيب لطف هو عجيب آواز هئا عجيب انداز هئا دل ۾ عجيب خوشيون هيون جو پنهنجي منزل ڪي ويندو ڏسي رب العزت جي ڪرم ۽ ٻاجهه جا ڳڻ ڳائي شڪر بجا آڻي رهيون هيون ٿوري دير بعد جهاز بلندي تي پهچي ويو ته بلڪل سڌو ٿي ويو هاڻي ته اها به خبر نه پوي آيا جهاز هلي پيو يا هڪ جڳهه بيٺو آهي.

اتي جهاز جي عملي وارا پنهنجي ڪمري مان نڪري ظاهر ٿيا ۽ هر مسافر کي ماني ڏيڻ لڳا هر هڪ مسافر لاءِ هڪ ٿي ۾ ماني علحده علحده هئي ماني ۾ چڪن برياني پوتگه ڊبل روٽي مکڻ نمڪ سائي ڀاڄي ٿوروٿورو هر شئي مان هو ويندي هٿ صاف ڪرڻ لاءِ ٽشو پيپر ۽ ڏند کوٽڻ لاءِ تيليون به ڪاغذ ۾ بند ٿيل هيون مطلب ته دل کي گهربل کاڌو تازو گرم ۽ ڪشادو هو جو هر مسافر کائي ڍؤ ڪيو ٿوري دير بعد وري جهاز جو عملو برتن کڻڻ آيو تقريبن اڌ ڪلاڪ يا مني ڪلاڪ ۾ سڀني کي ماني کارائي فارغ ٿي ويا.

ٻئي طرف ٽي وي اسڪرين تي دلچسپ وقت گذارڻ لاءِ پروگرام شروع ٿي ويا هر مسافر پنهنجي پسند ۽ طبيعت آهر ڪو ٽيپ ٻڌي رهيو هو ته ڪو ٽي وي اسڪرين تي پروگرام ڏسي رهيو هو ته ڪو تلبيو پڙهي رهيو هو مطلب ته سڀڪو پنهنجي پنهنجي جڳه تي خوش نظر اچي رهيو هو.

اتي هڪ ڳالهه لکڻ ۾ قلم کان ڪوتاهي ٿي وئي ته جنهن وقت اسان جهاز ۾ سوار ٿيا سون ته ٿوري دير بعد مغرب نماز جو ٽائم

ني وٺو سگهن جهاز اندر نماز پڙهڻ مشڪل ٿي پئي انهي ڪري اسان کان مغرب نماز قضا ٿي ويئي هائي فيصلو ڪيو سون تہ مغرب قضا نماز بيت الله شريف ۾ پڙهندا سون جو جده کان بيت الله ۾ نماز پڙهڻ افضل آهي.

هائي وري اتان کان لکڻ شروع ڪريان تہ هر مسافر خوش پنهنجي اميدن کي پورو ٿيندي ڏسي نظر اچي رهيو هو.

جهاز جي بلندي ۽ اسپيٽ جو اندازو تہ پائليٽ وٽ هو ليڪن زمين آسمان جي وچ ۾ ۽ سعودي عرب ۽ پاڪستان جي وچ ۾ جهاز جي پرواز جاري هئي پاڪستان کان پري سعودي عرب کي ويجهو هر گهڙي ڪري رهي هئي دري تي ڏنل ڪپڙو مٿي ڪئي هيٺ نگاه ڪئي سون تي تہ رات هئڻ ڪري ڪجهہ بہ نظر ڪونہ ٿي آيو البت جتي شهرن تان جهاز گذريو ٿي مثلاً عدن يا ٻيا شهر جنهن کي اسين سڃاڻي ٿي سگهيا سون اتي هڪ حسين منظر نظر آيو ٿي هيٺ شهرن ۾ لائيٽ جا بلب ۽ روڊن تي لڳل لائيٽ روح پرور منظرڏسيا ٿي ايهين لطف ۾ سفر برابر چار ڪلاڪ جاري رهيو تہ جهاز جي عملي اعلان ڪيو تہ هاڻ پاڻ خير خوبي سان چند منٽن ۾ جده ۾ لهڻ وارا آهيون انهين وقت پاڪستاني ٽائم رات جو 11 ٿيڻ وارا هئا جڏهن تہ ڪراچي کان جهاز پاڪستاني ٽائم موجب 7 بجي پرواز ڪئي هئي .

گهڙي 11 ٽائم ٻڌائي رهي هئي ۽ جهاز زمين طرف جده ايئر پورٽ تي لهي رهيو هو ۽27 نومبر1995ع جي تاريخ رخصت گهري ري هئي جنهن جو چوڻ هو تہ هڪ ڪلاڪ آئون اوهان کي اجان بہ سات ڏسندس انهين کان پوءِ اوهان جو الله محافظ آهي جيڪو 28 نومبر کي اوهان جي آجيان لاءِ موڪليندو.

جهاز جده جي سرزمين تي لهي چڪو تہ فورن دروازه تي حارهي لڳائي وئي. دروازو کلڻ تي مسافرن لهڻ شروع ڪيو اسان بہ نمبر اچڻ تي هيٺ لٿاسون تہ سامهين بس تيار بيٺي هئي جنهن ۾ سوار ٿي ويٺاسون بس جون سڀ سيٽون فل ٿيون تہ بس هلڻ لڳي. اندازن 10 منٽ جي سفر بعد جده ايئرپورٽ تي هلي بيٺي، جتي بس مان لهي

29

جدہ کسٽم عملي جي حوالي ٿياسون. ني آئي جي عملي وارا ٻه ڄار ڄڻا پنهنجن مسافر جي مدد لا ڳڏ هئا. سيني جا ڪارڊ حلف نامي وارا چيڪ ڪندا ويا ٿي. جنهن ڪارڊ ۾ ٿوري ڪمي پيشي هئي تہ اهي درست ڪري ڏنائون ٿي.

ياد رهي تہ اهي ڪارڊ جهاز ۾ ماني کارائڻ بعد هر مسافر کي هڪ ڪارڊ جهاز وارن طرفان ڏنو ويو هو. جيڪو عربي ۽ انگلش ۾ ڇپيل هو. اهو هڪ قسم جو حلف نامون هو تہ مون سان ڪا بہ منشيات يا ڏوہ جهڙي ڪا بہ شيءِ ڳڏ ڪو نہ آهي. اگر هوندي تہ سعوديہ عرب جي قائدي موجب آئون سزا جو مستحق آهيان.

اسان کي اهي ڪارڊ جهاز ۾ مليا تہ پاڻ ۾ هڪ ٻئي کي ڏسڻ لڳاسون. ڇاڪاڻ تہ اهي ڪارڊ انگريزي يا عربي ۾ لکي ڏيئا هئا. پر ۾ وينل هڪ مسافر کي سوال ڪيوسون. جنهن ويچاري مهرباني ڪري اسان ٽيهن جا ڪارڊ لکي ڏنا (علم کان سواءِ جاهل جو اهو حال آهي). بهرحال اسان پنهنجا پاسپورٽ ۽ حلف نامي وارو ڪارڊ ۽ بورڊنگ ڪارڊ هٿ ۾ جهلي ٻين سان قطار ۾ بيٺاسون. قطار جي اڳيان زمين تي ڳاڙهي پٽي جو نشان لڳل هو پر ۾ بورڊ تي لکيل هو سواءِ اڳيان ڪسٽم جي عملي جي سڏ ڪرڻ جي ڪو بہ اڳتي ڳاڙهي پٽي کان نہ اچي. هاڻي پنهنجي واري جي انتظار ۽ سڏ جا منتظر هئاسون. ڪافي ٽائم لڳي ويو نيٺ اها گهڙي بہ آئي جنهن ۾ اسان کي اڳتي اچڻ لاءِ سڏ ٿيو. اسان ٽنهي رفيقن ۾ اڳ ۾ آئون ٻئي نمبر تي ماستر عبدالله هو.

آئون پهرين جنهن آفيسر وٽ ويس تنهن قسم نامي جو ڪارڊ پاڻ وٽ رکيو پاسپورٽ چيڪ ڪري هڪ ٺپو هڻي ٻيا ڪاغذ منهنجي حوالي ڪيائين وري ٻئي وٽ پيش ٿيس تہ اتي بہ قطار لڳل هئي ساڳي نموني سڏ ٿيو انهي بہ ڪاغذ چيڪ ڪري اڳتي وڃڻ جو اشارو ڪيو وري ٽئي وٽ حاضر ٿيس تہ اتي ساڳي قطار لڳل هئي. جڏهن منهنجو وارو آيو تہ انهي ڪاغذن جي بجاءِ ٿيلهو کولي چيڪ ڪيو ٿيلهي ۾ جيڪو سامان پيل هو اهو سڀ ٻاهر ڪڍي چيڪ ڪيو. ايم بي سي جا پاڪيٽ کولي سگريٽ سگريٽ چيڪ ڪيو ويو صابڻ جي

هڪڙي کي ڪٽ سان ڪپي ٻه اڌ ڪيو ويو مطلب ته هر شيءِ کي هڪ هڪ ڪري تمام سختي سان چيڪ ڪيو ويو.

انهي بعد محمد وارث جو نمبر هو. جنهن جو ٿيلهو به ساڳي نموني سان کولي چيڪ ڪيو ويو سندس ٿيلهي کي هڪ طرف کان ڪٽ سان ڪپي چيڪ ڪيو ويو.

انهي مرحلي مان گذرڻ بعد ماستر عبدالله کي اجازت ملي جو گيٽ کان ٻاهر نڪري ويو باقي مونکي ۽ محمد وارث ۽ اندازن ٻيا 30 مسافرنکي روڪيو ويو. جنهن ۾ عورتون ٻار مرد سڀئي هئا انهي بعد اسانکي هڪ جاءِ ۾ وٺي ويا. جتي مشن سان جُتي کي ڪرم يا چمڙي جا چنپل پاتل هئا تني سيني کي سوراخ ڪيا ويا. مونکي ۽ محمد وارث کي ربڙ جا چنپل پيرن ۾ پاتل هئا. انهي ڪري اسان جا چنپل سوراخ کان بچي ويا.

انهي بعد اسان کي هڪ جڳهه تي ويهاريو ويو. سڀ کان اول مونکي سڏ ٿيو. آئون حاضر ٿيس ته مون کان عربي زبان ۾ پڇڻ لڳو ته زبان عربي يا انگلش مون جواب ۾ چيو ته آئون اردو زبان ڄاڻان ٿو.

مونکي اتي ڄڏي تحقيقات ڪندڙ آفيسر هڪ ٻئي آفيسر کي وٺي آيو. جنهن اردو زبان ٿٽي ڦٽي ڪجهه ڄاتي ٿي. جنهن مونکان پڇيو ته ڪاروبار تجارت مون اردو ۾ چيو ته نه ڪاروبار منهنجو زمينداري آهي. ليڪن اُهي سمجهي نه پيا سگهن. وري مشڪل سان اردو ۾ پڇڻ لڳو ته ڪيترا پئسه آهن. آئون انگلش يا عربي ۾ سمجهائي نه سگهان انهي ڪري مون ڪمر پٽي مان پيسه ڪڍي ڏسيا. جنهن ۾ پاڪستاني روپيه ۽ امريڪن ڊالر ۽ سعوديه ريال هئا.

ليڪن پئسه نه هنن ڳڻيا نه هٿ لاتائون مونکي اشاري سان واپس رکڻ لاءِ چيائون. انهي بعد مون کان پڇڻ لڳا ته سگنيچر مون اندازو ڪيو ته منهنجي صحيح بابت پڇن ٿا ته مون شناختي ڪارڊ ڪڍي پنهنجي صحيح ڏسيم. انهي بعد مونکي واپس ويهڻ لاءِ چيائون.

انهي بعد ڪنهن ٻئي کي سڏ ڪو نه ٿيو. ٿوري دير بعد هر هڪ کي سڏ ٿيندو ويو. هر هڪ کي هڪ شيشي جو بندو گلاس

ڏيندا ويا. مرد يا عورت يا ٻار هڪ ڪي ء اشاري ۾ چوندا ويا تہ پيشاب ٽيسٽ لاءِ ڏيو. سيني پيشاب ٽيسٽ لاءِ ڏنو جيڪو ليبارٽري ۾ ٽيسٽ ڪيو ويو جنهن جڳهہ تي پيشاب ڏنوسين تي تہ اتي پاڻي وٺ جيئڻ لاءِ ڪا بہ شئي ڪو نہ هئي. انهي ڪري احرام جي چادر پليت ٿيو وئي ٿي.

جيئن جيئن ليبارٽري مان پيشاب جي رپورٽ صاف آئي ٿي تہ انهي کي پاسپورٽ ڏئي اجازت ڏنئون ٿي محمد وارث جي رپورٽ پهرين اچي وئي تہ ڪيس پاسپورٽ ڏئي اجازت ڏنئون. اتي مون محمد وارث کي چيو تہ اوهان هلو ٻاهر انتظار ڪريو تہ آئون فارغ ٿي اچان ٿو. اسان جو پاڻ ۾ ڳالهايوتہ عرب آفيسر سمجهي ويو ء اسانکي اشاري ۾ پڇڻ لڳوتہ اوهان ٻئي گڏ آهيو. اسان بہ اشاري ۾ سمجهايو سون تہ اسان رفيق آهيون. پوءِ تہ اسان ٻنهي کي ترسائي پاڻ ويو منهنجو پاسپورٽ کڻي آيو ء اسان ٻنهي کي اجازت ڏنائين.

اسين ٻئي گيٽ کان ٻاهر نڪتاسون تہ ماستر عبدالله ويچارو تمام پريشان حال ۾ اسان جي انتظارم بيٺو هو. هڪ ٻئي کي ملي رب جا لک شڪر ڪياسون. انهي وقت 28 نومبر جا ٽي ڪلاڪ گذري چڪا هئا مطلب تہ پاڪستاني ٽائم موجب رات 3.00 تي چڪا هئا. تہ اڳيا ٽيڪسن وارا ڦري آيا. (ساڳي حيدرآباد گاڏي ڪاتي ۾ جيئن ڦري ايندا آهن) ڪو ڪيترو ڪرايہ مڪہ پاڪ جو ٻڌائي ڪو ڪيترو ڪرايو ٻڌائي آخر هڪ ٽيڪسي واري سان فقط سؤ ريال ۾ پوري گاڏي جو ڪرايو طئي ڪري چڙهي ويٺاسون ٻئي ڪا بہ سواري کڻڻي ڪو نہ هئي جو اسان جو ڪرايو ايئن ڳالهايل هو. صرف اسين ٽي ڄڻا چوٿئون ڊرائيور هو. جدي کانُ مڪي پاڪ تائين ون وي آهي بہ روڊ آهن جدي کان مڪي شريف تائين ٻنهي روڊن تي ٻنهي طرفن کان ٽيوب لائيٽ لڳل هئي. ايتري روشني جو اگر پوري روڊ تي اگر ڊرائيور پنهنجي گاڏي جون بتيون نہ ٻاري تہ ڪا بہ ضرورت محسوس ڪو نہ ٿيندي. حسين ملڪ جا حسين روڊ ء حسين انتظام ڏسي اکيون ٺري رهيون هيون. دل بار بار حق تعالىٰ جا شڪر بجا آڻي رهي هئيُ. گاڏي جي اسپيٽ تمام گهٽي

ضي جو ڪني ڪني تيز رفتار جي ڪري ڊپ ۾ رهيو هو. رستي ۾مختلف بورڊ لڳل هئا. جيڪي عربي ۾ لکيل هئا اهي پڙهندي. مڪي پاڪ ويجها ٿيندي رهياسون. جڏهن مڪي جي تقريبن وچ ڏاري هڪ بورڊ تي لکيل هو (حدود غير مسلم) مطلب ته انهي کان اڳتي مسلمان کان سواءِ ٻيو ڪو وڃي سگهي. اڳتي هلندا ريهاسون ته مڪي پاڪ کي ويجهو هڪ بورڊ تي نظر پئي جنهن تي لکيل هو (ميڪات مڪه) مطلب ته مڪي پاڪ جي حد شروع ٿي چڪي هئي. انهي رستي ۾ هڪ جڳهه چيڪنگ واري پليس هئي. جنهنکي ڊرائيور اسان جا پاسپورٽ ڏسي وري اسان کي واپس ڏنا. جڏهن کان مڪي پاڪ تائين منهنجي اندازي موجب حاليهه ميل فاصلو هو اهو فاصلو اندازن هڪ ڪلاڪ اندر پر ڪلاڪ کان ٻه گهٽ ٽائم ۾ طئي ڪيوسون ته مڪي پاڪ جا روڊ ۽ بازارون شروع ٿي ويون. انهي وقت پاڪستاني ٽائم 4.00 جي لڳ ڀڳ ۽ سعودي عرب جو ٽائم 2.00 جي لڳ ڀڳ هو. انهي ڪري بازار ۾ ايتري رش ڪو نه هئي. آخر فت 4.00 بجي پاڪستان ٽائم موجب ٽيڪسي حرم شريف اڳيان اچي بيٺي.

سبحان الله سبحان الله - الله اڪبر ڪبيرا و الحمدالله ڪثيرا- منهنجي مالڪ جا بندو ڪهڙا ڳڻ ڳائي ڪهڙا ڳڻ ڳائي سگهندو. اسان جهڙا بيڪار بدڪار بي عمل جون اکيون سامهون بيت الله شريف اهي واحد جا وڙ قادر جا ڪرم آقا جون عنايتون ڀاڄهاري جون ڀاڄهون ڏسي دل باغ و بهار ٿي رهئي سڀ تڪليفون دک درد سفر جو ٿڪ اوچاڳا سڀ دور ٿي ويا.

المقصد ته: ٽيڪسي واري کي ڪرايو ڏئي سامان لاهي روڊ جي ڪناري تي رکي محمد وارث کي سامان وٽ ڇڏي اسين هوٽل ۽ ڪمري جي ڳولا لاءِ هڪ طرف آئون روانو ٿيس ۽ ٻئي طرف ماستر عبدالله مون پنهنجي منهن هڪ ٻه هوٽلون ڏٺيون. ليڪن اسان جي مرضي مطابق نه هيون.

مونکي هڪ بنگالي ملي ويو. جنهن جو نالو محمد عثمان هو. جنهن مونکي ٻه هوٽلون ڏسيون جنهن ۾هڪ مونکي پسند ڪو نه آئي

33

ڀئي هوٽل باب فهد کي ويجهي گجران والا جي ناليءَ سان هئي. اها مونکي پسند آئي ڪمرو ٽن بسترن وارو هو. جنهن ۾ ٽي پلنگ هئا باٿ روم لئٽرين اٽيچ هئا. اي سي لڳل هو هڪ فرج بہ لڳل هو هيٺ قالين وڇايل هو 40 ريال روز جي ڪرايي تي ڪمرو وٺي سامان کڻائڻ لاءِ ماستر عبدالله کي محمد وارث ڏانهن روانو ڪيوسون. البت هڪ ٿوري هوٽل ۾ ڪمي محسوس ٿئي ي جو لفٽ لڳل ڪو نہ هئي ۽ ٻئي منزل تي ڪمرو مليو هو. ليڪن بيگاهہ وقت جي ڪري وقت بچائڻ خاطر انهي هوٽل ۾ قيام ڪيوسون. سامان کڻي ڪمري ۾ رکيو سون تہ محمد عثمان بنگالي اسان کي نوان ڏسي پنهنجو اجورو طلب ڪيو. اسان چيو تہ تنهنجو اجورو هوٽل واري تي آهي نہ کہ اسان تي تنهن هوندي مون ماستر عبدالله کي چيو تہ پاڪستاني ڏهہ روپيہ ڏي. انهي تي محمد عثمان ناراض ٿي پيوءِ ويو هليو.

اسان ڪمري ۾ سامان رکي فورن پيشاب وغيره ڪري وضو ڪيوسون. محمد وارث ۽ مون احرام جون چادرون بدلي ڪيو سون جيڪي اسان سان وڌيڪ کنيل هيون. ڇاڪاڻ تہ جدي ۾ پيشاب ٿيست وقت اسان ٻنهي جون چادرون پاڻي نہ ملڻ ڪري پليت ٿي چڪيون هيون باقي ماستر عبدالله ساڳي احرام جي چادرن ۾ هو.

احرام چادرون ٻڌي چيلهہ تي ڪمر پٽو ٻڌي جنهن ۾ پاس پورٽ ۽ پئسا هئا کنياسون. باقي سامان ڪمري ۾ ڇڏي حرم پاڪ ڏانهن روانا ٿياسون.

مغرب نماز اڳي قضا ٿيل هئي. باقي عشا "سومهاڻي) جو اجان ٽائيم هو. ليڪن شرع جي حڪم موجب اسان کي پهرين عمرو ادا ڪرڻو هو ۽ ارادي موجب باب فتح کان حرم ۾ داخل ٿيڻو هو ليڪن اڻ واقف جي ڪري خبر نہ پوي تہ باب فتح ڪهڙو آهي. حرم جي اڳيان ٻاهر طرف کان باب ڏسندي رهيا سون تہ هڪ عرب مليو تہ انهي کان مون باب فتح جو پڇيو تہ انهي فتح کي باب فهد سمجهي اسان کي ڏس ڏنو. انهي ڏس تي ويا سون تہ اهو باب فهد هو. بسم الله ڪريءَ اتان حرم ۾ داخل ٿياسون باب فهد وٽ جيتون لاهي ڪيڙي جي

34

ڪوٽري ۾ وجهي هٿ ۾ ڪنيون سين ته ڪا جاءِ نشان ڪري اتي رکون.
باب فهد بيت الله کان سڌو اولهه طرف آهي. باب فهد کان جو حرم پاڪ ۾ داخل ٿياسون ته جيئڙي جنت ۾ داخل ٿياسون. نه خوشين جي حد هئي نه حيرت جي حد هئي نه عبرت جي حد هئي. پنڻ وارن جو جهوليون، لبيڪ لبيڪ جون لونيون، عربن جون ٻوليون هر ملڪ جو ٽوليون ڏسي دل ڏاڍي متاثر ٿي رهي هئي. جنهن جو بيان اگر لکڻ شروع ڪجي ته ڪيترا پنايا ڪتاب ڀرجي ويندا.

بهرحال وري پنهنجي سفر نامي جي بيان کي لکندي وري اتان کان شروع ڪريان ٿو جتي ڳالهه کي ڇڏيو هئم.

جتيون جيڪي هٿ ۾ ڳوٽري ڪنيل هيون، انهي لاءِ باب فهد جي گيٽ جو اندريون آخري دروازو جيڪو بلڪل بيت الله کي ويجهو اولهه طرف آهي اتي ڪاٺ جا بڪسا جتين رکڻ لاءِ پيل آهن اسان جتي رکڻ لاءِ اُها جا نشان ڪري پاڻ ۾ صلاح ڪئي سون ته باب فهد بيت الله کان اولهه آهي حجر اسود ۽ مقام ابراهيم بيت الله جي اوڀر طرف اهن. اگر پاڻ مان ڪو به خدا نه خواسته پلجي وڃي يا هجوم ۾ ٿي وڃي ته هن جاءِ باب فهد جي اندرين دروازي وٽ جتي پنهنجون جتيون رکيل آهن اتي اچي ويهي رهي باقي ساٿي پاڻهي اتي ايندا.

ها پاڻ ۾ صلاح مشورو ڪري عمري جي طواف لاءِ روانا ٿياسون. انهي وقت البت ڪجهه رش گهٽ هئي حجر اسود کي چمي ڏيون ها ته آساني سان ڏئي وڃون ها. ليڪن اسين عمري جي احرام ۾ هئاسون انهي صورت ۾ شرع جي حڪم موجب نٿي چمي سگهياسون. جو حجر اسود کي خوشبو لڳل هوندي آهي، انهي ڪري احرام ۾ منع ٿيل آهي.

حجر اسود کي سامهون فرش تي نڪتل ڪاري پٽي کان طواف جي نيت شروع ڪري رمل سميت ست ڦيرا طواف جا مڪمل ڪري، مقام ابراهيم وٽ نفل پڙهي ۽ مقام ابراهيم جي زيارت ڪئي سون جتي حضرت ابراهيم جي پيرن جا نشان آهن. انهي بعد نفل پڙهي دعا گهري زم زم پيئڻ لاءِ زم زم جي کوهه تي وياسون کوهه جي

35

زيارت ڪري دعا گهري پاسي ۾ لڳل نلڪن مان آب زم زم پئي ڊوڙ
ڪيوسون هاڻي اسان ڪي صفاءِ مروه جي وچ ۾ سعي ڪرڻي هئي. مطلب ڊوڙون ڪرڻيون هيون.

صفا ۽ مروا آب زم زم سان لڳو لڳ آهن. اتي پهچڻ وقت منجهي پياسون ته صفا جي ٽڪري ڪهڙي آهي جتان ڊوڙجي شروعات ڪجي هڪ عرب کان تحقيقات ڪئي سون ته انهي اسان کي صفا جي ٽڪري جو ڏس ڏنو صفا تي پهچي بيت الله ڏانهن منهن ڪري سعي جي نيت ڪري سعي ڪرڻ شروع ڪئي سون.

اسان ۾ پهرين ڪتاب تي لکيل دعائون هڪ چڪر جون مون اڳ ۾ پڙهيون ٿي محمد وارث ۽ ماستر عبدالله منهنجي پويان پڙهندا آيا ٿي. باقي چڪرن جون دعائون محمد وارث اڳ ۾ پڙهيون ٿي. اسان پويان پڙهندا آياسون ٿي.

انهي وقت جو هڪ عجيب منظر هو. جنهن پڻ دل کي ڏاڍو متاثر ڪيو. تنهن ۾ عرب جيڪي پاڻ ۾ ساٿي هئا تن بلند آواز سان جيڪي دعائون پڙهيون ٿي، تني ته هيڪر ڏاڍو متاثر ڪيو. چاڪاڻ ته سندن مادري زبان عربي هئڻ ڪري اهڙيون ته دعائون پياريون لڳيون ٿي. جنهن جو بيان آئون لکڻ کان قاصر آهيان جنهن جو مثال ملڻ محال آهي اهڙو تاثر آيو ٿي جڻڪ بندو پنهنجي مالڪ خلاق کي اکين سان ڏسي رهيو آهي هڪ ٻئي به ڳالهه ڏاڍو متاثر ڪيو ته انهي (سعي) ڊوڙون پائڻ وقت مختلف ماڻهو مختلف ملڪن جا هئا. جنهن ۾ شاهه گدا امير غريب معذور تندرست نوجوان پيرسن عورت مرد جوانءِ ٻار مطلب ته هر قسم جا ماڻهو هئا. جيڪي حڪم باري تعاليٰ تي عمل ڪندي ڊوڙون پائي رهيا هئا.

ليڪن ڪنهن کي ڪنهن جو خيال نه هو. سڀ ڪنهنکي پنهنجي سر جي لڳل هئي. ڪو به انهي طرف سوچي به نٿي سگهيو ته صرف ٻن احرام جي چادرن ۾ هن نموني ڊوڙيندي آئون ڪهڙو لڳان ٿو. يا آئون شان مان مرتبي وارو يا زميدار يا واپاري يا ليڊر يا بادشاهي جو مالڪ آهيان.

سب ڪنهن جو اهو ذهن خيال اهو تصور اهو مُقصد هو تہ اڻون ڪنگهار بدڪار هڪ بد عمل ناقص انسان آهيان پنهنجي ڏوهہ بخشائڻ خاطر عاجزي سان مغفرت گهري رهيو آهيان. انهي پاڪ مقدس جڳهہ جي طفيلي سندس رحمتم اميد جي سهاري بخشيو ويندس.

سبحان الله هادي تنهنجو حمد ۾ سمنڊ سڪي وڃن قلم قاصر ٿي وڃن ڌرتي دفتر ٿي وڃي تہ بہ تنهنجا بندوڳڻ ڳائي ساراهي لکي پوري نہ ٿيندو. تہ هن ناقص بندي علي محمد عاجز ڪي ڇا مجال آهي جو تنهن حمد ثناء لکي سگهي.

اسان تہ صرف ٻاڏائي ليلائي تنهنجي در ڪان رحم بخشش مغفرت گهري سگهون ٿا. پر منهنجا مالڪ منهنجا خالق منهنجا رازق اسين گهري بہ نٿاسگهون أهي اسانکي زبان تي الفاظ ڏي أها سان کي دل ڏي أهو اسانکي ايمان عطا ڪر جنهن سان توکان گهري سگهون. ٻاڏائي سگهون ليلائي سگهون. عاجزيون ڪري سگهون پنهنجو حال ڏسي سگهون تنهنجو شان سڃاڻي سگهون. تنهنجي در تنهـ .ي بيت الله اڳيان سر بسجود ڪري سگهون. (واڳ ڏڻي تو وس آئون ڪا پاڻ وهٽي اهيان) تون پارس آئون لوهہ سڃي تہ سون ٿيان. يا الله مسلمان ڪري مارجان مسلمان ڪري اتارجان. اسان جي اپري حال تي طفيلي محمد مصطفيٰ صلي الله عليه و آله وسلم جي رحم مغفرت فرماءِ اپري حال جو ډوڙون اپري حال جو طواف اپري حال جون زيارتون اپري حال جون دعائون اپري حال جون نمازون اپري حال جي تلاوت اپري حال خير خيرات قبول فرماءِ تنهنجي انهي مقدس در تي بہ اهو سوال هو. هن قلمبند احوال ڪرڻ وقت بہ اهو سوال آهي، پنهنجي ٻاجهہ سان قبول فرماء. هاڻي وري جتي سفر جو احوال ڇڏيو هو اتان لکڻ شروع ڪريان ٿو. باقي سعي جي چڪرن ۾ محمد وارث دعائون پڙهيون ٿي اسان پويان پڙهندا آياسون ٿي. سعي جي آخري چڪر جي ډوڙ ۾ هئاسون تہ الله اڪبر جو آواز لائوډن مان ڪنن تي پهتو. اها تهجد جي ٻانگ هئي ٻانگ بہ هلي پوري ٿي تہ اسان سعي جون ډوڙون پائي پوريون ڪيون.

هاڻي عمري جي احڪام باقي وار ڪترائڻ يا ڪوڙائڻ هئا. انهي لاءِ پرواري دروازي کان ذڪڻ طرف نڪتاسون ته نائي جا دڪان هٽ ڪري وار ڪترايون. ٻاهر نڪتاسون ته ڪو به نائي جو دڪان نظر ڪو نه آيو. هاڻي پاڻ ۾ بيهي صلاح ڪري هڪ ماڻهو پري اولهه طرف ڏسڻ ۾ آيو. انهي ڏانهن ماستر عبدالله کي روانو ڪيوسون ته انهي کان نائي (حجام) جي دڪانن جو پڇي اچ ماستر عبدالله اوڏانهن ويو پئي ته هڪ عرب حرم پاڪ ڏانهن اچي رهيو هو. جنهن کان مٿي ڪوڙائڻ جو اشارو ڪري حجامن جي دڪان جو پڇيو ته هو عرب به سمجهي ويو. جنهن اسان کي ڏس هٿ جي اشاري سان ڏنو. اسان ماستر کي سڏ ڪري واپس واريو سون. انهي مليل ڏس طرف وياسون ته بلڪل ٿورڙي فاصلي تي حجامن جا دڪان هئا. جيڪي گهڻي ڀاڱي سڀ پاڪستاني ملتاني هئا ٻولي سرائڪي ڳالهايون ٿي. هڪ دڪان تي اسين ٽيئي وياسون ته انهي ٻڌايو ته وار ڪترائڻ جا ڏهه ريال ۽ ڪوڙائڻ جا پنج ريال اڳهه آهي. اسان جو پهريون عمرو هو. انهي ڪري مٿي جا وار ڪترايا سون ته عمري جا مڪمل احڪام پاءِ تڪميل تي پهتا. گويا هڪ عمري شروع جي احڪامن موجب مڪمل ٿيو. رب جو شڪر بجا آڻي وري واپس حرم پاڪ ۾ آياسون.

اسان جون به نمازون مغرب ۽ عشا قضا ٿي چڪيون هين پهرين قضا نمازون پڙهيوسون بعد ۾ تهجد نماز جا نفل پڙهياسون.

ايتري ۾ فجر جي آذان اچي وئي ته فجر نماز جي سنت موڪد پڙهي فجر فرض نماز جي انتظار ۾ ويٺا هئاسون.

هڪ عجيب منظر ڀيو به ڏٺو سون ته فجر آذان بعد ابابيل پکي سون جي تعداد ۾ بيت الله کي طواف ڪري رهيا هئا. اڳي عالمن کان ٻڌو هو سون ته ابره ڪافر واري وقت کان وٺي اج تائين ابابيل پکي بيت الله جو طواف ۽ ڊيوٽي ڏئي رهيا آهن. اهو اج قدرت جو ڪرشمون اکين سان ڏٺوسون.

فجر فرض نماز جي تڪبير لڳي نماز ادا ڪئي سون. نماز پڙهڻ بعد بيت الله جو نفلي طواف ڪيو سون جنهن ۾ ڪافي ڪوشش

38

ڪني سون حجر اسود کي چمي سگهون ليڪن صرف هڪ دفعو اسان جو حجر اسود کي هٿ پهچي سگهيو. طواف مڪمل ڪري مقام ابراهيم ۽ حيتم ۾ نفل پڙهي پنهنجي عزيزن لاءِ سڀني دوستن پر هر مسلمان لاء دعائون گهري فارغ ٿي. باب فهد جي اندر واري دروازي وٽ احي. پنهنجي چنپل واري ڳوٿري ڪٽي حرم پاڪ کان ٻاهر نڪري ڪجران والا هوٽل تي پنهنجي ڪمري تي آياسون انهي هوٽل هيٺ پاڪستاني هوٽل ڪاڏي پيتي جي هئي. ماستر اتان چانهه ڪٺي آيو. چانهه پئي احرام جون چادرون لاهي ڪپڙا پاتاسون. ڪجهه وقت آرام ڪرڻ جي خيال سان سمهين پياسون ليڪن ننڊ ڪو نه آئي اندازن ڪلاڪ ڪن ليٽياسون. نيٺ اٿي پاڻ ۾ صلاح مشورو ڪيو سون اها 28 نومبر 1995ع جي تاريخ اربع جو ڏينهن ۽ پاڪستاني وقت اندازن 10.00 بجي جو هو. هاڻي اسان کي ٻه ٽي ڪم ڪرڻا هئا. هڪ ته پئسا مٽائي ريال بئنڪ يا صراف کان وٺڻا هئا. ٻيو ته پي آئي جي آفيس هٿ ڪري وابسي جي سيٽ اوڪي ڪرائڻ متعلق تحقيقات ڪرڻي هئي ٽيون ٽيليفون آفيس هٿ ڪري ڳوٺ خبر چار ڏيڻي هئي. سڀ کان اول حرم پاڪ جي اندر ٻاهر گهمي زيارت ڪرڻي هئي اهي چار ڪم ڪرڻا هئا.

ته ماستر عبدالله مونکي مشورو ڏنو ته توهان ڪمري تي وهو ائون محمدوارث وڃون ٿا. تحقيقات ڪري اچون ٿا. تنهن تي ماستر کي مون مزاق ۾ چيو ته هي ميرپور يا حيدرآباد ڪو نه آهي. مڪو شريف آهي. آئون به اها خواهش رکان ٿو ته مڪي پاڪ جون گليون بازارون آئون گهمي پنهنجي اکين سان ڏسان.

پوءِ اسين گڏجي ڪمري کان هيٺ لٿاسون. پهرين بئنڪ يا صراف جي تلاش هئي ته پاڪستاني پئسا يا ڊالر مٽائي ريال وٺون. اسانجي هوٽل هيٺ صراف واري جو دڪان هو. تحقيقات ڪرڻ تي عرب صراف ٻڌايو ته هڪ سؤ ڊالر جا 375 ريال ملندا. اسان سڀني ڊالر مٽائي ريال ورتاسون اهو هڪ مسئلي مان واندا ٿياسون.

هاڻي ٻئي مرحلي ۾ حرم پاڪ جي ٻاهران گهمي زيارت ڪرڻي هئي حرم پاڪ ڏانهن روانا ٿيا سون اسان کي هوٽل کان صرف

ڻاربون سون باربار منهن ۾ سينو بيت الله سان لڳائي خدا تعاليٰ جا شڪر بجاآندا سون الحمدالله شڪر الحمدالله شڪر الحمدالله شڪر الحمدالله فارغ ٿي هاڻي نشان مقرر ڪيل جڳهہ جتي چنپل جي ڳوٿري رکيل هئي اسين ٻئي اتي آيا سون تہ محمد وارث ضرورت اتي هوندو ليڪن محمد وارث کي ڪونہ ڏٺو سون تہ ڳوٿري ۾ چنپل ڏٺا سون تہ اسان ٿنهين جا پيا آهن هاڻي پڪ ٿي تہ اجان هتي ڪونہ پهتو آهي پاڻ ۾ چيو سون تہ فڪر ڪونہ آهي پاڻ اتي مقرر ڪيل جاءِ تي ويهون ٿا پاڻهين اچي ويندو.

ليڪن ڪافي ٽائم ٿي ويو محمد وارث نہ آيو هاڻي اسان ٻنهين کي فڪر ٿيڻ لڳو مون ماستر کي چيو تہ آئون هتي انتظار ڪريان ٿو تون حرم اندر ڳولا ڪر آئون اتي ويهي رهيس ماستر ڳولڻ ويو ڪافي دير بعد سڄوحرم ڳولي آيو تہ محمد وارث ڪٿي ڪونہ مليو.

ويتر فڪر وڌي ويو تان جو وچين آزان ٿي اسان ٻنهين وچين نماز فرض ادا ڪري نفلي طواف ڪيو سون ساڳي طرح سان طواف مان فارغ ٿيا سون البت هن طواف ۾ حجر اسود کي پري ڪان هٿ جي اشاري سان سلام ڪيو سون ٿي.

طواف ڪان فارغ ٿي سوچيو سون تہ متاِن محمد وارث هوٽل تي ڪمري تي ويو هجي انهين خيال سان هوٽل تي آيا سون ۽ هوٽل وارن کان پڇا ڪئي سون تہ انهن ٻڌايو تہ هتي ڪونہ آيو هاڻي اسان جي پريشاني وڌي وئي وري واپس حرم پاڪ ۾ آيا سون ۽ ڳوليو سون ليڪن نہ ملي سگهيو تان جو سج پنهنجي منزل تعي ڪندو غروب ٿي ويو تہ سانجهي آذان ٿي.

. نماز پڙهڻ بعد نفلي طواف ساڳي طريقي سان ادا ڪيوسون ليڪن اسان جي فڪر پريشاني جي حد نہ رهي رب العزت کي بار بار سوال پئي ڪيو سون (والله يجمعبيننا) الله اسان کي پاڻ ۾ ملاءِ. ٻيو ڪري بہ ڇاٿي سگهيا سون سواءِ ٻاڏائڻ جي ٻئي ڪاواه نظر نٿي آئي تان جو سمهاڻي (عشاءَ) نماز جي آذان ٿي تہ نماز پڙهي رب العزت جي دربار ۾ دعا گهري نفلي طواف شروع ڪيو سون ٽيو يا چوٿئو چڪر

42

هو ـ وحتي ماستر عبدالله جي نظر پئي. تنهن مون کي رڙ ڪري چيو محمد وارث اهو وڃي پيو اسان تڪڙيون تڪڙيون وڪون پائي محمد وارث کي پاڪر پائي مليا سون. هو ويچارو سخت پريشان حال ۾ هو.

رب جا لک شڪر ڪري ملي ساڳي طريقي موجب طواف مڪمل ڪري نفل مان فارغ ٿيا سون هڪ ٻئي سان حال احوال ڪري فڪر دور ڪيو سون محمد وارث ٻڌايو تہ جدا ٿي وڃڻ بعد ڪا خبر نہ سوي آخر حرم ڪان ٻاهر آيس ٻئي چنپل خريد ڪري پائي هوٽل ڏانهن وڃڻ جي ڪوشش ڪيم ليڪن سمجهہ ڪم نہ ڪري وري حرم ۾ آيس تہ باب فهد جي دوازي جي صحي خبر نہ پوي بحر حال رب جا لک شڪر مجي واپس هوٽل تي آيا سون.

ماني ڪائي آرام ڪيو سون تہ انهين ٽائم ڪان مون کي زڪام ۽ بخار شروع ٿي ويو ۽ بدن ۾ ڪافي ٽڪا وٽ ۽ سور ٿيڻ لڳو ڪجهہ آرام ڪيو سون تان جو تهجد جي بانگ آئي ۽ اٿي وضو ڪيو سون ليڪن مون کي زڪام بخار تنگ ڪري وڌو مسلسل طواف ۽ سعي ڊوڙڻ ڪري بدن سڄو ڳڙ جيئن پڇي پيو بستري تان اٿيا سون تہ مون لاءِ هڪ وک کڻڻ محال ٿي پئي.

ليڪن خدا کي ياد ڪري ڪائنس عافيت ۽ توفيق لاءِ دعا گهري حرم پاڪ ۾ پهتا سون تهجد نماز پڙهي فجر جي انتظار ڪيو سون تان جا فجر جي آذان آئي دستور موجب فجر نماز ادا ڪري نفلي طواف ڪيو سون طواف ڪان فارغ ٿيا سون تہ خميس جي ڏينهن جو سج ابري نروار ٿيو اها 29نومبر 1995ع جي تاريخ هئي.

هڪ ڳالهہ مون کان لکڻ ۾ رهجي ٿي ويئي جيڪا هاڻي لکان ٿو تہ سومهاڻي نماز طواف ۾ محمد وارث جڏهن اسان کي مليو تہ خدا جي فضل سان جدا ٿي جي پريشاني ختم ٿي ويئي حرم پاڪ ٻاهر اچڻ تي اسان کي پنهنجي پروگرام موجب بہ ڪم ڪرڻا هئا . هڪ تہ ٽيليفون آفس هٽ ڪري ڳوٺ خبر چار ڏيڻي هئي ٻيو پي آئي اي جي آفس ڪولي واپسي جي سيٽ اوڪي ڪرائڻ لاءِ مشورو ڪرڻو هو. پڇا ڪئي سون تہ عرب سڳورن ڪان ٽيليفون آفيس جو صحي ڏس نہ پيو

روڊ ڪراس ڪرڻو پيو ٿي تہ حرم جي حد ۽ باب فهد، جيو ويو ٿي حرم پاڪ ڏانهن روانا ٿيڻ وقت پهرين ڪبو ترن لاءِ داڻا وٺڻ جو خيال ڪيو سون جو اتي ڪافي ڪبوتر وينا هئا پر داڻا ڪٿان وٺون ڪٿي ملندا انهين ڳول ۾ ماسترعبدالله هڪ دڪان تان چانور مليا وٺي آيو.اسان اتي ڪبوترن کي چانور ڏئي اڳتي وڌيا سون سبحان الله ڪهڙي تعريف لکجي ڀلين سعودي عرب جي حاڪمن کي مائن جائو ڀلين باري تعاليٰ کين حڪومت عطا ڪئي تنهن ۾ بہ شاه فهد خصوصن هر ڪنهن داد هر ڪنهن مبارڪ جو حقدار آهي خادمين حرمين جي لقب جو واقعي لائق آهن. جهڙو حرم پاڪ جو شان رب العزت ڪيو آهي انهين موجب ٺاهيو سينگاريو آهي اهڙوئي سنيال صفائي جو انتظام جي ڪهڙي تعريف لکي ڪهڙي تعريف لکجي مڪمل تفصيل اگر لکجي ڪ جدا ڪتاب ٺهي پوندو.

سفر نامي کي مختصر ڪندي اڳتي جو ذڪر ڪجي ٿو تہ جنهن وقت حرم پاڪ جي منظر جي اسين زيارت ڪري رهيا هئا سون تہ انهين وقت آسمان مينهن جي ڪاڪا ڦڙي اچي رهي هي هيٺ فرش جي اعليٰ قسم جي سنگ مر مر اهڙو تہ لطف پئي ڏنو. اسان انهين لطف وٺڻ خاطر جتيون هٿ ۾ کڻي فرشن تي هلي رهيا هئا سون جو عجيب آرام پئي آيو بيت الله جي اولهہ طرف کان گهمڻ زيارت ڪرڻ شروع ڪيو سون اولهہ کان پوءِ ڏکڻ طرف انهين کان پوءِ اوڀر طرف کان زيارت ڪئي سون جڏهن اتر طرف زيارت لاءَ آيا سون تہ انهن نلڪن وٽ پهتا سون جتي عربي کان علاوه اردو ۾ لکيو پيو هو تہ (بھرنے کے لیے زم زم) پر ۾ دڪان هئا اتان اول تہ ننڍيون ڊبيون پلاسٽڪ جون جنهن ۾ زم زم پيل هو في ڊبي هڪ ريال جي حساب سان ڏنئون ٿي اتي اسان هر هڪ 50 خريد ڪئي سون ۽ خالي پلاٽڪ جا ڪين 20 ليٽر وارا ٿي خريد ڪري انهن نلڪن تي آيا سون زم زم جا ٽيئي ڪين ڀري کڻڻ جي ڪوشش ڪئي سون تہ تمام وزني ٿي پيا سوچيو سون ايهي سفر ۾ کڻڻ مسئلو ٿي پوندا.

محمد وارث ۽ آئون اسين ٻئي بيٺا سون ماستر عبدالله کي

ڏسو ڪيو سون تہ دڪان واري کي چئون تہ هي ڪين بدلائي انهين جي عيوض 10 ليٽر جا ڇهہ ڪين ڏئي جو هڪ هڪ هٿ ۾ ٻيو ٻئي هٿ ۾ کڻڻ سولو ٿيندو ماستر ويو دڪاندار ايها ڳالهہ قبول ڪئي اوهي ٽي ڪين واپس ڪري ڇهہ ڪين 10 ليٽر وارا وٺي زم زم جا ڀري کڻي باقي بيت الله جي حد جي زيارت ڪندي هوٽل تي آيا سون. هوٽل تي ماني کائي ٿورو وينا سون تہ پاڪستاني ٽائم 2:45 عربستان جي ٽائم 12:45 بجي اڳين (ظهر) جي آزان آئي جلدي جلدي وضو ڪري باب باب فحد کان حرم ۾ داخل ٿيا سون. جو اندريون آخري دروازو جيڪو اسان پاڻ ۾ نشان ڪري مقرر ڪيو سون اتي چنپل جي ڳوٿري رکي سنت نماز ادا ڪري فرض نماز جي انتظار ۾ وينا سون ٿوري دير ۾ فرض جي تڪبير لڳي فرض پڑهي سنت مان فارغ ٿي نفلي طواف شروع ڪيو سون.

دل ۾ ارادو اهو هو تہ حجر اسود کي چمي ڏيندا سون رش تمام گهٽي هئي آئون اڳ ۾ هئس منهنجي پويان محمد وارث هو تنهن جي پويان ماستر عبدالله هو جڏهن حجر اسد کي قريب پهتا سون تہ ٻيڙ تمام وڏي وئي ڪافي ڪوشش ڪان پوءِ منهنجو هٿ جڏهن حجر اسود تائين مس مس پهچي ويو ۽ مون نگاه ڪئي تہ محمد وارث ۽ ماستر عبدالله جا هٿ بہ لڳڻ وارا هئا يا شايد حجر اسود کي هٿ لڳا ايتري ۾ انسانن جي سمنڊ جي ڇولي اسان کي ڪنيو جنهن حتيم ڪان اڳتي وڃي ڇڏيو اسين ٽيئي پاڻ ۾ ٽٽي ويا سون هڪ ٻئي کي ڳوليو سون ليڪن ڪابہ خبر نہ پوي ٻئي طرف بہ طواف جاري رکٹو هو.

مون ٻيو چڪر پورو ڪيو تہ ماستر عبدالله اسين هلندل طواف جي ٽي چڪر ۾ ملي ويا سون باقي محمد وارث نہ ملي سگهيو سوچيو سون تہ فڪر ڪونهين طواف جي ڪنهن نہ ڪنهن چڪر ۾ ملي ويندو مطلب تہ طواف جا سڀ چڪر پورا ڪري مقام ابراهيم وٽ نفل پڑهي وري حتيم ۾ نفل پڑهيا سون نفل بعد حتيم وٽان بيت الله ۽ غلاف مبارڪ کي چنبڙي پيا سون جيڪين دل مان اڪلي سگهيو انهين موجب دعائون مغفرت گهري سون بار بار غلاف کي اکين تي لڳائي اکيون

41

مني تي ماستر عبدالله کي هڪ پاڪستاني پنجابي ملي ويو جنهن اسان
کي صحي ڏس ڏنو ڪجهه پنڌ اسان سان گڏجي هليو باب فهد کان اتر
نڪرندل روڊ تي تقريبن هڪ فرلانگ جي فاصلي تي ٽيليفون آفيس هئي
اتي وچي هڪ سئو ريال جمع ڪرائي فون نمبر ڀرين منهنجو 692
ورتو سون ليڪن ڪنهن نه کنيو يا فون 692 خراب هو اهو تقريبن 11
بجي رات پاڪستاني ٽائم هو بعد ۾ 580 نمبر ورتوسون ماستر عبدالله
جي ڀاءُ شفيع محمد فون کنيو حالي احوالي ٿي سڀني ڳوٺ وارن ڏانهن
خيريت جو احوال ڏئي فارغ ٿيا سون.

واپسي ۾ هوٽل ڏانهن پي آيا سون ته ساڳي روڊ تي پي آئي
اي جي ايجنسي جو بورڊ ڏٺو سون بورڊ پڙهي اندر ويا سون پاڪستاني
ايجنسي وارو مليو جنهن کي پاسپورٽ ۽ جهاز جو ٽڪيٽ ڏسي واپسي
جو پروگرام ٻڌايو سون ته اسان مديني پاڪ جده وڃڻ جو ارادو
رکون ٿا.

تنهن تي ايجنسي واري اسان کي مشورو ڏنو ته بهتر ٿيندو
توهان پهنجي جهاز جي سيٽ مديني پاڪ ۾ پي آئي اي آفيس مان
اوڪي ڪرائجو جيڪا آفيس مديني ۾ مسجد نبوي جي باب مجيد کي
ويجهي آهي اتان فارغ ٿي هوٽل طرف روانا ٿيا سون رستي ۾ هڪ
دڪان تان هڪ ڪئميرا 60 ريال ۾ خريد ڪئي سون ۽ دڪان واري
سان مشورو ڪيو سون ته حرم پاڪ جو اگراسان فوٽو وٺون ته قانونن
اجازت آهي يا منع آهي دڪاندار اسان کي ٻڌايو ته حرم پاڪ جو فوٽو
وٺڻ سخت منع آهي بحرحال جيڪي ڪم رٿيل هئا انهن مان فارغ ٿي
هوٽل تي اچي آرام ڪيو سون.

هاڻي وري آئون اتان لکڻ شروع ڪريان ٿو جتي پهرين
ذڪر ڇڏيو هئم ته خميس جي ڏينهن جو سج اڀري نروار ٿيو اها 29
نومبر 1995ع جي تاريخ هئي.

مون کي زڪام بخار جي تڪليف سبب هلڻ لاءِ چار ٿي پيو
ليڪن ٽائم ٿورو هئڻ ڪري اسان جي پروگرام موجب انهين خميس
جي ڏينهن زيارتن تي وڃڻو هو ۽ هڪ عمره مسجد عائشه کان ڪرڻو

44



جبل ثور - غار ثور (۹۵-۱۱- ۳۰)

هو. رات جو حرم پاڪ ۾ هڪ حرم جي ڪارڪن سان محمد وارث ۽ عبدالله جي ڳالهه ٻول ٿئي هئي جنهن وٽ ٽيڪسي گاڏي هئي ۽ هو پاڪستاني هو تنهن کي گجران والا هوٽل جو پرگرام ڏنل هو صبح جو هو پنهنجي پروگرام تي پاڪستاني ڊرائيور پهچي ويو 60 ريال ۾ سڀني زيارتن جو ڪرايہ جو فيصلو ڪري انهين سان گڏ زيارتن لاءِ روانا ٿيا سون.

زيارتن ۾ مسجد جن تي حضور اڪرم صلي الله عليه و آله وسلم جن جي هٿ تي جنن بيعت ڪري مسمان ٿيا هئا. انهي بعد مسجد شجر جتي جتي حضور جو وڻ وارو معجزو نروار ٿيو هو. انهي بعد مسجد فتح جتي فتح مڪہ وقت اسلام جو جهنڊو کوڙيو هو. اهي مسجدون سڀ صبح جو 9.00 بجي ٽائم هئڻ ڪري بند پيون هيون. ٻاهران ٻيهي دعائون گهريون سون.

انهي بعد جنت المعلا جي زيارت ڪري بعد ۾ منا ۽ وياسون رستي ۾ حضرت اسماعيل جي قرباني جڳهہ جي زيارت ڪري سڌا غار حرا ڏانهن وياسون جبل نور جي چوٽي تي غار حرا آهي تنهن ڪري چڙهڻ جي توفيق نہ سنڀالي سگهياسون هيٺ ٻيهي دعائون گهريوسون.

انهي بعد مزد الفيءِ عرفات ڏانهن ويا سون مسجد مشعرالحرام مسجد نمرا ءِ جبل رحمت جي زيارتون ڪري دعائون گهريون سون جبل رحمت جي ٽڪري ايتري تہ مٿي ڪونہ هئي جو ماٺهو چڙهي نہ سگهي ليڪن منهنجي طبيعت نہ صحي هئڻ ڪري هڪ وک ڪڻڻ بہ مشڪل ٿي پئي. هر جڳہ تي دعائن کان فارغ ٿيڻ بعد يادگار تور فوٽو ورتان سون اتي مون کي هڪ لطيفو ياد اچي ويو جيڪو درج ڪريان ٿو تہ جڏهن منا ۾ شيطان جي ٽيهين پٿرن کي ڏنو سون تڏهن مون محمد وارث ۽ عبدالله کي چيو تہ يار هتي ٻهي فوٽو ڪڍرايون انهين ڳالهہ تان ڳچ تائين کليا سون انهين بعد عرفات جي ميدان جي زيارت ڪندا اڳتي وڌيا سون عرفات جو ميدان تہ تمام وسيع آهي اتي پوڪيل نم ڏنا سون جنهن جي ڇانو ايتري هئي جو 15-10 ماڻهو هر هڪ نم جي ڇانو ۾ ويهي سگهيا ٿي.

45

عرفات جي ميدان زيارت ڪندا آخر ۾ جبل سور غار سور تي اچي زيارت ڪئي سون مٿي چڙهڻ تہ محال هو هيٺ بيهي دعائون گهري واپس هوٽل تي آيا سون ٽيڪسي واري کي ڪرايہ ڏئي رخصت ڪيو سون.

بعد ۾ ماني کائي ڪپڙا بدلي ڪري احرام جون چادرون ڪئي احرام ٻڌي مسجد عائشه طرف عمره جي نيت ڪرڻ لا روانا ٿيا سون هڪ عرب ٽيڪسي واري سان 30 ريال اوٽ موٽ جو ڪرايہ ٻڌي روانا ٿيا سون 12:45 جو ٽائم ٿي ويو ۽ حرم پاڪ ۾ اڳين آزان اچي وئي اسان بانگ مسجد عائشه ڏانهن ويندي رستي ۾ ٻڌي.

مسجد عائشه تي پهچي نفل پڙهي عمره جي نيت ڪري وااپس ٽيڪسي ۾ سوار ٿيا سون اسان تڪڙ ڪئي تہ اڳين نماز حرم پاڪ ۾ با جماعت پڙهون ليڪن هر چوسول تي ٽيفڪ جي لال بتي اسان کي دير ڪرائي ڇڏي. حرم پاڪ جي دروازي تي اسان جي ٽيڪسي اچي پهتي تہ امام نماز پڙهائي سلام ورايو بحر حال اڳين جي جماعت اسان کان اڳي ٿي ويئي هائي شرع جي قانون ۾ پهرين عمره ڪرڻو هو بعد ۾ اڳين نماز پڙهڻي هئي انهين ڪري عمره جي طواف ۾ شروع ٿي ويا سون.

ليڪن مون کي زڪام جي ڪري نڪ مان تمام گهڻو ريشو هلڻ لڳو تہ مون هٿن اگهڻ وارو ٽوال ڪمر پٽي ۾ هٽي ڇڏيو جيڪو بہ نڪ مان پاڻي آيو ٿي تہ انهين ٽوال ۾ جزب ڪيو ٿي طواف جا ست ڦيرا تڪليف وڏي وجهڻ ڪري تمام مشڪل سان ڪري نفل پڙهي زم زم پئي بعد ۾ سعي (ڊوڙون) لاءِ صفا جي ٽڪري تي اچي نيت ڪري سعي شروع ڪئي سون.

ليڪن هلڻ ڊوڙڻ ڏاڍو مشڪل ٿي پيو همرائن کي مون چيو تہ ڊوڙون ڪجهہ منهنجي حال تي مون سان گڏ ڪجو مقصد تہ اخري ڊوڙ جنهن وقت ختم ڪئي سون تہ محمد وارث مون کي سهارو ڏنو آئون ديوار سان ٽيڪ ڏني مشڪل سان ويهي سگهيس. ماستر عبدالله

کي موڪليو سون جو اسان جي چنپل واري ڳوٺري ڪٿي آيو سامهين دروازه کان ٻاهر نڪري حجامن جي دڪانن تي وڃي متا ڪوڙا يا سون هاڻي اسان جو ٻيو عمره مڪمل ٿيو مون اهو عمر برادرم تاج محمد شاه جي بدل ادا ڪيو شال رب قبول ڪري آمين انهين بعد اڳين نماز پڙهي حرم کان باهر هوٽل تي اچي احرام کولي ڪپڙا پاتا سون محمد وارث ۽ آئون اسين ٻئي بسترن تي ليٽي پيا سون ماستر عبدالله احرام جو سڀ چادرون ۽ پاڻ سان ڪنيل هڪ هرڪ جو تاڪو زم زم ۾ ڌوئي ڪمري ۾ پکي هيٺ سڪايا.

بانگ ٿي وئي وضو ڪري حرم پاڪ ۾ پهتاسون. جماعت سان فرض نماز ادا ڪري هاڻي نفعلي طواف جو ارادو هو. ليڪن مون پاڻ ۾ توفيق نه سنڀالي انهي ڪري قرآن پاڪ ڪٺي تلاوت ڪيم عبدالله ۽ محمد وارث نفلي طواف ڪرڻ ويا. مونکي نڪ جي ريشي ڏاڍو ۽ نڪ جي چڪن تنگ ڪري وڏو هٿ اگهڻ واري ٽوال ۾ ريشو زم ڪندي ٽائم پاس پي ڪيم ته عبدالله ۽ محمد وارث طواف ڪري واپس اچي ويا، پوءِ ويهي سانجهي "مغرب" نماز جو انتظار ڪيوسون.

مغرب جي بانگ آئي ته جمعي رات شروع ٿي وئي مغرب نماز باجماعت ادا ڪري نفلي طواف ٿيو ته سمهاڻي بانگ آئي باجماعت نماز ادا ڪري نفلي طواف شروع ڪيو سون ليڪن مونکي تڪليف وڌي وئي انهي ڪري به مشڪل نفلي طواف ڪري سگهيس. طواف بعد نفل پڙهي فارغ ٿي. هوٽل طرف روانا ٿياسون. ماني کائڻ بعد ڪجهه آرام جو ارادي سان ليٽي پياسون اجان تائين اسان مان ڪنهن به حجر اسود کي چمي ڪو نه ڏني هئي. اسان جو پروگرام هو ته تهجد بانگ وقت ڪوشش ڪنداسون جو انهي ٽائم تي ڪجهه رش گهٽ هوندي.

ٿوري ننڊ ڪرڻ بعد عبدالله ۽ محمد وارث حرم پاڪ ڏانهن روانا ٿيا. آئون بخار جي سبب ڪري نه وڃي سگهيس. ڪجهه وقت ارام ڪيم ته بدن تي پگهر ٿيو. ڪجهه آرام آيو.

انهي وقت اٿي وضو ڪري حرم پاڪ ڏانهن روانو ٿيس ته تهجد جي بانگ آئي. حرم پاڪ جي دروازي تي پهتس جتي اسان جتن جي ڳوٿري رکندا هئاسون ته محمد وارث عبدالله مليا ۽ تمام خوش نظر آيا ته اسان حجر اسود کي چمي آيا آهيون. شڪر الحمدالله ٻن کي نصيب ٿيو. مون تي به منهنجو مولا ڪرم ڪندو. تهجد جا نفلي پڙهڻ شروع ڪيم عبدالله محمد وارث هوٽل ڏانهن ويا ته باٿ.روم مان ٿي وضو ڪري اسين موٽي اچون ٿا.

آئون نفل پڙهي بيت الله کي سامهون ويهي ڏسندو رهيس ته دل تي تمام گهڻو ڏکيو ٿيو. بيت الله کي ڏسندو رهيس ته روئڻ اچي شروع ٿيو. اکين مان لڙڪ زارو زار هلڻ لڳا رب العزت جي دربار ۾ سندس بيت ڏانهن هٿ کٽي خدا کي بار بار سوال ڪيم.

ته يا الله مون تي رحم ڪر. هتي پهچڻ شرط منهنجو هي حال ڇو ٿيو. يا الله منهنجي گناهن ۽ ڪرڪوتن جي اها ديوار جيڪا مونکي اجان تائين حجر اسود تائين نه ٿي پهچڻ ڏي يا الله مون تي رحم ڪر. منهنجي سمجهه نٿي ڪم ڪري ته منهنجن سائين کي مون عمره شريف لاءِ صلاح ڏئي پاڻ سان رفيق ڪري هتي وٺي آيس. انهي تي تو رحم ڪيو. اها سعادت نصيب ڪئي ۽ عافيت عطا ڪئي.

يا الله منهنجي ڪوتاهين کي نه ڏس تون غفور الرحيم آهين، مون تي رحم ڪر مون کي هن دربار مان ڪاٿهيارو ڪري نه روانو ڪر.

انهن الفاظن سان رب العزت جي درگاه سوال ڪري رهيو هئس. اڳي اسان روئڻ هارڪا ٿي دعا گهري ٿي.

ليڪن هن وقت مالڪ الملڪ جي اڳيان حقيقي روئي اها دعا گهري رهيو هئس ته مونکي دل ۾ سڪون محسوس ٿيو.

پڙهندڙ يقين ڪن يا نه ڪن!! ليڪن هي آئون حقيقت بيان ڪري رهيو آهيان، ته منهنجي دل ۾ سڪون محسوس ٿيڻ لڳو ۽ بدن ۾ عافيت اچڻ لڳي. نڪ جو ريشو ببهڻ لڳو ته فجر جي بانگ آئي فجر نماز لاءِ اٿي نماز پڙهي. طواف لاءِ اٿيا سون ته مون کي محسوس ته منهنجي بدن ۾ نئين قوت اچي وئي آهي.

48

آرام سان طواف ڪري نفل پڙهي شڪرانو ادا ڪيو. ليڪن حجر اسود تائين اچان پهچي ڪو نہ سگهيس جو رش وڏي وئي.

حرم پاڪ کان ٻاهر اچي ناشتو ڪري نورو ٽائم هوٽل تي سيني آرام ڪيوسون اهو جمع جو ڏينهن 30 نومبر 1995ع جي تاريخ هئي. ڪجهہ وقت آرام ڪرڻ بعد اٿي غسل ڪري جمعي نماز جي تياري ۾ لڳي وياسون. وضو ڪري تيار ٿي حرم پاڪ ڏانهن روانا ٿياسون.

اڄ اسان جو پروگرام هو تہ حرم پاڪ جي مٿين ڇت تي هلي جاءِ وٺي وهنداسون جو جمع نماز وقت سڄي حرم پاڪ جو حسين منظر ڏسي سگهون.

انهي ارادي سان مٿي چڙهي وياسون. بيت الله کان اوپر طرف تي ويٺاسون جتان بيت الله جو دروازو ۽ حجر اسود ۽ مقام ابراهيم بلڪل سامهان آهن. الله جي ڪرم سان اسانکي جڳهہ نماز پڙهڻ لاءِ سٺي ملي وئي.

اتان رب جي بيت جو روح پرور منظر ڏٺوسون. شال رب العزت هر مسلمان کي نصيب ڪري. ڪيترو حسين هو. ڪيترو حيرت ۾ وجهندڙ ۽ اکين کي عبرت ڏيندڙ منظر هو. جنهن جي تعريف منهنجو قلم تہ ڇا؟ پر دنيا جي ڪنهن قلم جي قوت نہ آهي جو لکي پوري پوي ايتري ۾ جمع جي آذان آئي. سنت پڙهي ويٺاسون تہ ڏسندي ڏسندي خطبہ شروع ٿي ويو. بعد خطبه جي فرض نماز شروع ٿي نماز پڙهي سنتون پڙهي آب ديده اکين سان رب العزت کان دعا گهري فارغ ٿي حرم پاڪ کان ٻاهر آياسون.

هوٽل تي اچي ڪپڙا بدلي ڪري احرام ٻڌي ٽئي عمري لاءِ مسجد عائشہ ڏانهن روانا ٿياسون مسجد عائشہ پهچي نفل پڙهي عمره جي نيت ڪري ساڳي گاڏي ۾ حرم پاڪ پهتاسون. ٽيڪسي اوٽ موٽ جا اسان کان ٽيهہ ريال ورتا.

باب عمره کان حرم ۾ داخل ٿياسون. ساڳي طريقي سان طواف ڪري نفل پڙهي زم زم پي صفا مروه جي سعي ڪري فارغ ٿي

حجامن ڏانهن وڃي مٿي تي ٻاڪي گهمايو سون جو عمره جو شرط آهي، مٿي تي وار ته ڪو نه هئا. ليڪن ٻاڪي گهمائڻو ضروري آهي.

ياد رهي ته جنهن وقت اسان سعي جي ٿي ڊوڙ ۾ هئاسون ته وچين بانگ "عصر" جي اچي وئي نماز شروع ٿيڻ تي ڊوڙ روڪي فرض نماز جماعت سان ادا ڪئي سون، انهي بعد باقي رهيل ڊوڙون پوريون ڪيوسون.

اڄ آئون بلڪل ٺيڪ هئس بخار چڙهي ويو زڪام جو ريشو بند ٿي ويو، بدن ۾ سور گهٽجي ويو شايد هن گنگار جي آهه رب العزت قبول فرمائي.

اهو ٻيو عمره مون برادرم علي اصغر شاهه بن فتح علي شاهه جي بدل ادا ڪيو. شال حق تعاليٰ سندن حق ۾ قبول فرمائي. آمين

حجامن جي دڪان تان سڌا هوٽل تي آياسون احرام ڪولي ڪپڙا پائي چانهه پي وضو ڪري مغرب نماز لاءِ حرم پاڪ ڏانهن روانا ٿياسون.

ٿوري دير بعد مغرب جي آذان ائي. هاڻي ڇنڇر جي رات شروع ٿي وئي) مغرب نماز پڙهي نفلي طواف شروع ڪيوسون، ٻئي چڪر تي رڪن يماني ڪان بيت الله جي ديوار وارو پاسو ورتو ۽ دل ۾ يقين ڪيو ته رب جي مدد سان هن چڪر ۾ حجر اسود کي ضرور چمندس. منهنجي پويان عبدالله هو ۽ انهي جي پويا محمد وارث هو. رش به تمام گهٽي هئي، ليڪن خدا جي فضل سان دل جي آس رب پوري ڪئي هي گنگهار حجر اسود کي چمڻ ۾ جيئن دل چاهيو ٿي تيئن ڪامياب ٿي ويو ۽ انهي وقت جيڪا مونکي خوشي ٿي تنهن جو بيان لکان ته قلم شڪر الحمدالله شڪر الحمد شڪر الحمد الله جا لفظ لکي سڄو ڪتاب پورو ڪري ته به ٿورو آهي.

انهي چڪر ۾ ماستر عبدالله ۽ محمد وارث جا شايد حجر اسود تائين هٿ پهچي سگهيا. اهو هن وقت مونکي پورو ياد نٿو اچي.

نفلي طواف پورو ڪري. سمهاڻي نماز جي انتظار ۾ حرم پاڪ ۾ ويهي رهياسون. ڪجهه ٽائم بعد سمهاڻي "عشا" نماز جي

50

# سعادت عمره



عرفات حدود مسجد نمرا سان لگې رود (۹۵-۱۱-۳۰)

بانگ اٿي نماز با جماعت پڙهي. نفلي طواف ڪيوسون طواف مان فارغ ٿي حرم پاڪ کان رخصت ڪري هوٽل تي اچي ماني کاڌي سون. ماني کائڻ بعد سمهڻ جو ارادو ڪيو سون جو صبح جو پروگرام موجب فجر نماز بعد مديني اطحر روانگي هئي سمهڻ واري ٽائم تي محمد وارث ۽ ماستر عبدالله مونکي چيو ته اسان کي اجازت ڏي ۽ توهان جي مائٽن جا نالا به ڏيو ته اسان هڪ هڪ عمره توهان جي مائٽن جو ادا ڪنداسون جو اسان پاڻ تي حق سمجهون ٿا.

اهڙي ڳالهه لاءِ آئون منع ته نٿي ڪري سگهيس. ليڪن مون صلاح تور ٻنهي کي چيو ته اول ته منهنجي مائٽن جو مون تي حق آهي، ٻيو ته صبح جو مديني اطهر جو سفر ڪرڻو آهي اگر توفيق سنڀالي سگهو ته آئون منع ڪو نه ٿو ڪريان. پلين محمد وارث فتح علي شاهه بن علي اصغر شاهه جو بدل عمرو رب العزت کين توفيق ڏني، ڇنڇر جي رات محمد وارث به عمرا ڪيا. هڪ فتح علي شاهه بن علي اصغر شاهه ۽ ٻيو عمرو سندس مائٽ جو ڪيائين ۽ ماستر عبدالله ڇنڇر جي رات به عمرو ڪيا هڪ علي خان بن احمد خان جيڪو منهنجو (علي محمد شاه) جو نانو هو ۽ هڪ سندس مائٽ جو ڪيو.

مطلب ته انهي حساب سان ٽوٽل محمد وارث پنج عمرا ڪيا ۽ ماستر عبدالله پنج عمرا ڪيا ۽ مون ٽوٽل ٽي عمرا ڪيا.

انهي رات "ڇنڇر" جي رات هي ٻئي عمري لاءِ روانا ٿيا. مون اهو سوچيو ته ٿورو آرام ڪرڻ بعد اجان هڪ دفعو حجر اسود کي ضرور چمندس.

تهجد بانگ کان اڳي حرم ۾ وڃڻ لاءِ تياري ڪيم، وضو ڪري فارغ ٿيس ته ماستر عبدالله ۽ محمدوارث عمرو ڪري واپس اچي ويا.

مون کين چيو ته توهان احرام کولي تيار ٿي اچجو. آئون حرم پاڪ ڏانهن هلان ٿو هڪ دفع اجان حجر اسود چمڻ جي من سعادت نصيب ٿئي.

آئون هوٽل کان سڌو حرم شريف آيس ته جنهن وقت بيت

51

الله ويجهو بهتسر تہ پهرين تہ دل مايوس ٿي صفائي وارا بيت الله کي حجر اسود جي طرف سنگهر بڌي ماڻهو روڪي صفائي ڪري رهيا هئا.

ليڪن منهنجي رب اهو ڪو هن گهنگار لاءِ تمام سهڻو سبب ناهي ڏنو. جو اول آئون مقام ابراهيم کان منهن لاهي مايوس ٿي ويهي رهيس، پر پوءِ جيئن صفائي وارا سنگهر هٽائيندا ويا ٿي، تيئن تيئن آئون اڳتي ونڌو ويس ٿي تان جوبيت الله جي دروازي وٽ پهچي ويس تہ خدا جي فضل سان مونکي ڪنهن روڪ ڪو نہ ڪئي.

دروازي جي چائنٹ لاءِ هٿ مٿي ڪيم تہ مس مس هٿن جون آڱريون چائنٹ تائين پهتيون ٿي خدا جا شڪر بجا آڻي جيڪي دعا گهري سگهيس اها گهرڻ بعد اتان کان حجر اسود ڏانهن وڃڻ جي ڪوشش ڪيم تہ انتظاميہ ڪارڪن مونکي روڪيو ۽ هٿ سان واپس ورڻ جو اشارو ڪيو.

آئون واپس وريس جلد جلد رکن يماني وٽ اچي ٿي چار عرب تمام بدن ۾ سگها هئا انهن جي پويان هلڻ شروع ڪيم، صفائي وارن صفائي ڪري ورتي تنهن ڪري طواف شروع ٿي ڪو هو منهنجي اڳ ۾ تمام سگها طاقتور ٿي چار عرب هئا، جني ٻين کي اڳتي اچڻ ڪو نہ ٿي ڏنو، گويا رب جي فضل سان اهي عرب منهنجي لاءِ هڪ قسم جا رستي ناهڻ جا محافظ هئا، آئون صرف آهستي آهستي انهن جي پويان پي ويس، تانجو اهي عرب حجر اسود تي پهچي ويا تہ آئون انهن جي پويان لڳو لڳ هئس، هو جمي فارغ ٿيا تہ رب سائين مونکي موقعو عطا ڪيو جيئن دل چاهيو ٿي انهي نموني چمي چڱي طرح منهن اکيون لڳائي دل ناري فارغ ٿي شڪرانہ جا نفل پڙهيم.

تہ مونکي آس حجر اسود چمڻجي هئي پر منهنجي مالڪ جا ڪميٽي تي ڪيترا ڪرم جو بيت الله جو دروازي جي چائنٹ جو بہ موقعو عطا ڪري ڏنو، شال هر مسلمان کي رب نصيب ڪري آمين.

آئون نفل پڙهي فارغ ٿي باب فهد واري دروازي طرف آيس تہ منهنجا رفيق بہ اچي ويا. مون کان پڇائون تہ موقعو مليو يا نہ.

مون کين ٻڌايو تہ يار ڊوءَ ٿي ويا. جيڪين دل گهريو ٿي

52

سب اس الله تعالي پنهنجي عنايت سان عطا ڪئي. ڪهڙا شڪر ڪري ڪهرا شڪر ڪريان.

اسين ٽيئي تهجد پڙهي فجر نماز جي انتظار ۾ ويٺا هئاسون ته فجر جي آذان آئي فجر نماز پڙهي، نفلي طواف شروع ڪيو سون.

اهو اسان جو نفلي طواف هو، گڏوگڏ الوداع جو طواف هو.

انهي طواف بعد اسان جي پروگرام موجب روانگي مديني اطهر هئي.

طواف ڪري نفل پڙهي دعائون گهري بيت الله حتيم حجر اسود مقام ابراهيم رڪن يماني بحر زم زم صفا ء مروه حرم پاڪ سڀني کي الوداع الوداع الوداع چئي حرم پاڪ کان رخصت وٺي ٻاهر اياسون.

هوٽل تي پهچي چانهه وغيره مان فارغ ٿي سامان ٿيلهين ۾ وجهي مديني اطهر ڏانهن روانگي جي تياري ڪئي سون.

تيار ٿي هوٽل جو ڪمرو ڇڏي سامان کڻي ٽيڪسي جا اڏي تي اياسون جيڪو بلڪل اسان جي هوٽل جي لڳ هو.

اتي ٽيڪسي وارن سان ڳالهائيندي احمد نالي ٽيڪسي واري سان 300 ريال جو ڪرايو طئي ڪيو سون، احمد ٽيڪسي وارو اصل بنگالي هو سندس جنم مڪي شريف جو زبان عربي هئي ليڪن ڪجهه اردو تي ڦتي چاتائين تي پنج سيٽ واري گاڏي هئي. اسين ٽي هئاسون پر اسان پوري گاڏي پنهنجي سهولت خاطر 300 رويا ۾ ٽيڪسي ڪئي سون ۽ اها زبان رڪي سون ته اول زم زم کٽو آهي جو اسان جو زم زم واريون ڪينو خالي ٿي ويون انهي ڪري هڪ ته احرام جون چادرون ڌوئيون سون ٻيو ٻه چار ڏينهن پيتوسون اول ته زم زم کٽو آهي. ٻيو ته هڪ زيارت رهيل آهي، جيڪا صفا ۽ مروه جي لڳ حضور اڪرم صلي الله عليه و اله وسلم جي جنم جي جاء آهي. جتي هينئر ليبريري ٺهيل آهي. اتان فارغ ٿي بعد مديني هلڻو آهي. احمد ٽيڪسي واري سان اهي زبانون رکي ڪرايو طئي ڪري سامان کڻي گادي ۾ رکيو سون اول زم زم ڀرڻجي جاء تي اچي ڇهه ڪينو ڀري گاڏي ۾ رکي بعد ۾ زيارت واري جاء وٽ آياسون احمد ڊرائيور جي چوڻ موجب ته لبرري هن وقت

بند ٿي ٿيا آهي. گاڏي روڪي اتان دعا گهري حرم پاڪ کي پاهران ۽ مڪي جي بازارن گلين ۽ مڪي پاڪ جي سرگن کي الوداع الوداع الوداع چوندي مڪي شريف ڇڏي مديني طهر جو روڊ ورتو پاڪستاني ٽائم موجب صبح 9.30 ٻهرين ڊسمبر 1995ع بروز ڇنڇر تي مديني اطهر روانا ٿياسون.

## مديني منور ڏانهن سفر

مڪي پاڪ کان جيڪو رستو مديني منور وڃي ٿو. سڀ کان اول اهو ڳالهه وڏي اهميت رکي ٿي ته اهو روڊ اتان اتان وڃي ٿو جتان جتان سرتاج انبيا هجرت وقت سفر ڪيو هو ۽ انهي سفر کان هجري سن شروع ٿيئ ٿو. تنهن ڪري انهي روڊ جو حڪومت سعودي عرب نالو شاهه راهه هجر رکيو آهي.

شاهه راهه هجر تمام شاندار نموني سان ڊبل ون وي روڊ ٻنهي روڊن کي مڪي شريف کان مديني اطهر تان ٻنهي پاسي خاردار تان لڳل آهي ته ڪو به جانور هلندي ٽريفڪ دوران روڊ تي نه چڙهي سگهي.

وچ ۾ مختلف شهرن جا روڊ ڪراس ڪن ٿا. ليڪن اڪثر شاهه راهه هجر جي هيٺان پل ذريعي ڪراس ڪن ٿا ٻهرين ڊسمبر 1995ع جي تاريخ سال 1995ع کي ڊسمبر الوداع ڪرڻ آيو ته اسان مڪرم جي روڊن گلين کي الوداع الوداع چئي جبلن جا ڪارا پٿر جبلن جو اوچايون ڏسي مديني طرف وڌي رهيا هئاسون.

احمد ڊرائيور کي اسان ڪجهه اردو ۽ اشارن ۾ چيو ته اگر ڪا به وچ ۾ زيارت اچي ته اسان کي زيارت ڪرائيجان اندازن 50 ميلن تي احمد ڊرائيور هڪ جبل طرف اشارو ڪري ٻڌايو ته عربن جي چوڻ موجب انهي جبل تي حضور اڪرم جن جي ازواج مطهرات مان هڪ انهي جبلن تي دفن آهن. و الله عالم الثواب رستي جي ٻنهي طرفن جبلن جا حسين منظر ڏسي ۽ آس پاس بستيون ۽ وستيون ۽ ننڍا ننڍا شهر ڏسي دل باغ و بهار پئي ٿي. ڏٺي جا ڳڻ ڳائي شڪر بجا آئي رهي

هئي.

اگر جبلن جي حسين منظرن جي تعريف لکجي جي ته ههڙا ڪيئن ڪتاب پرجي وڃن ته هر جبل ۾ نمونو نقشو ۾ پٿر جا مختلف رنگ اونچا ويڪرا ۾ مختلف غارون ۾ برسات سان پاٽي جا عجيب ندين رستي وهڪرا عبرت ۾ حيرت موجهي رهيا هئا.

اهي قدرت جا منظر ڏسندي تقريبن ٽن ڪلاڪن جو سفر طئي ڪري هڪڙي هوٽل تي گاڏي روڪي سون جتي پوليس چوڪي به هئي. اسان اتي چانهه پيتي اسان جا پاسپورٽ ڊرائيور ڪٽي ويو. جيڪي پوليس مان چيڪ ڪرائي واپس کٽي آيو.

تقريبن اڌ ڪلاڪ تي رسيس ڪرڻ بعد وري سفر تي روانا ٿياسون. شاهه راهه هجر جا حسين منظر ڏسندي قدرت رب قدير جا شڪر مجيندي باقي اندازن ٽن ڪلاڪن جو سفر طئي ڪري مديني اطهر ۾ داخل ٿيڻ لاءِ مسجد قبا کي ويجها پهتاسون ته احمد ڊرائيور اسان کي ڪجهه اردو ڪجهه عربي زبان ۾ چئي هٿ جي اشاري سان سمجهائڻ لڳو ته حاجي مسجد قبا ۾ وري اشارو ڪري چوڻ لڳو ته سامهون منارا مسجد نبوي جا نظر اچي رهيا هئا. مسجد نبوي.

اتي مون کي مولوي احمد ملاح جو شعر ياد آيو ۾ پڙهڻ شروع ڪيو (اڄ ڪيا اُونين اشارا هو منارا مير جا) سبحان الله سڀ تعريفون تنهن پاڪ ذات کي جنهن کي هر ڪا وڏائي جڳائي، ته چا پاڪ سر مين مديني اطهر جي حق سرتاج انبيا آقا نامدار حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه و آله وسلم جو تخت گاه سندس دربار ۾ چا اسان ڪنگهارن جون اکيون ديدار جو شرف ماڻي رهيون هيون. (شڪر حق راڪه پيش واداريم) خدا جا شڪر مجندي عبرت ۾ حيرت وچان چئو طرف جا ديدار ڪندي اچي مسجد قبا وٽ پهتاسون ته اسان جي گاڏي ڊرائوير احمد مسجد قبا جي پر ۾ بيهاري، مديني پاڪ جي سرزمين تي پهريون قدم رکندي مسجد قبا ۾ وڃي وضو ڪيوسون.

وضو ڪرڻ بعد سفر نماز ظهر فرض ادا ڪري ٻه رڪعتون نفل مسجد قبا جي نيت ڪري پڙهي سون جا هر مديني ۾ داخل ٿيڻ

واري کي مسجد قبا ۾ نفل نماز پڙهڻي هئي.

اها نماز اسان انهي ٽائم تي پڙهي جو ظهر نماز جو ٽائم ختم ٿيڻ وارو هو ۽ عصر (وچين نماز) جو ٽائم شروع ٿيڻ وارو هو.

نماز پڙهي گاڏي ۾ چڙهي مديني شهر جي منظر جي زيارت ڪندي مسجد نبوي کي ويجها پهتاسون ته پوليس ٽريفڪ روڪڻ شروع ڪيو جو هر نماز جي وقت مسجد کي ويجهو سڀ ٽريفڪ بند ڪندا آهن جيئن ماڻهنکي نماز تي وڃڻ ۾ تڪليف نہ ٿي.

ليڪن احمد ڊرائيور هڪ پوليس واري کي منٿ ڪري اجازت وٺي اسان کي مسجد نبوي جي باب النسا اڳيان لاهي پاڻ جلدي جلدي اسانکان ڪرايو وٺي خدا حافظ چئي روانو ٿي ويو.

هاڻي اسان کي بهرين هوٽل جي تلاش ڪري ڪمرو وٺڻو هو. جتي سامان رکي فارغ ٿي بعد ۾ مسجد نبوي ڏانهن وڃڻو هو. آئون سامان وٽ ويهي رهيس محمد وارث ۽ عبدالله هوٽل جي تلاش لاءِ روانا ٿيا. اسان کي هوٽل ۾ ٻہ سهولتون گهربل هيون. هڪ مسجد نبوي کي ويجهي هوٽل هجي. ٻيو تہ يا لفٽ هجي يا تہ هيٺ ڪمرو ملي وڃي آئون سامان وٽ ويٺو هئس تہ هڪ همراه پاڪستاني پنجابي ملتاني ملي ويو. أهو هوٽلن جو دلال هو هن وٽ ٻہ هوٽلون هيون، جنهن هوٽل ۾ لفٽ هئي. مون هن کان ايڊريس لکائي ورتي. ٿوري دير بعد عبدالله ۽ محمد وارث موٽي آيا. ڪا بہ هوٽل گهربل سهولت واري ڪو نہ ملي سگهي، محمد وارث کي سامان وٽ ڇڏي آئون ماستر عبدالله لکيل ايڊريس تي هوٽل ڳولڻ وياسون تہ أهو ساڳي ماڻهو اسان کي ملي ويو، جنهن هوٽل جي ايڊريس ڏني هئي. ان سان گڏجي وڃي هوٽل ڏٺي سون جا هر لحاظ سان اسان کي پسند آئي. ڪمرو ڪشادو ٽن جي بجاءِ ڪمري ۾ چار پلنگ بسترا، لئٽرين، باٿ روم، فرج ۽ گيزر ۽ اي سي شامل هئا. لهڻ چڙهڻ لاءِ لفٽ هئي. هوٽل جو نالو قصر رحمان هو. اها هوٽل جنت البقي سان لڳ حضرت عثمان غني جي مزار جي برابر سامهون هئي.

البت مسجد نبوي جي باب جبريل تائين پهچڻ ۾ پنج منٽ

لڳا ني. انهي جو ڪرايو 35 ريال في روز جي حساب سان طئي ڪيو سون. اهي پاڪستان 350 روپيه تقريبن ٿين ٿا.

آئون اتي وهي رهيس ماستر ڪي موڪليم تہ محمد وارث ڪي وٺي سامان ڪٽائي اچي. ان وچ ۾ وچين نماز جي آذان ٿي وئي. ليڪن اسان فارغ ڪو نہ ٿي سگهيا هئا سون. انهي ڪري اسان ڪان وچين جماعت نماز پڑهجي وئي ٿوري دير ۾ محمد وارث عبدالله آيا. سامان ڪمري ۾ رکي وضو ڪري سڌا مسجد نبوي ڏانهن رخ ڪيو سون ناواڪفيت جي ڪري خبر نہ هجي تہ باب جبرئيل ڪٿان آهي. ليڪن حضور اڪرم صلي الله عليه و آله وسلم جي روضي مبارڪ تي وڃي رهيا هئا سون تہ عرب ڪان پڇيو سون تنهن هٿ جي اشاري سان باب جبرئيل جو ڏس ڏنو جيڪو بلڪل روضي اطهر سان لڳ آهي.

باب جبرئيل ڪان داخل ٿي سڀ ڪان پهرين وچين نماز پڑهي سون، ليڪن منهنجي رب جا ڪروڑين ڪرم جو جتي اسان مسجد نبوي جي پهرين نماز ادا ڪئي سا حضور اڪرم صلي اللهعلي و آله وسلم جي پيراندي هئي. اها خبر اول تہ اسان ڪي ڪو نہ هئي پوءِ جڏهن خبر پئي تہ ڏاڍي خوشي ٿي.

نماز پڑهي فارغ ٿي، هڪ شخص ڪان حضور جي روضي جي اڳ ڪان وڃڻ لاءِ رستو پڇيو سون، جنهن ٻڌايو اندران جنت رياض مان ٿي ڦري اچو.

انهي ڏس تي اڳتي . ڀياسون تہ لڳو لڳ جنت رياض جا نشابر ڪيل اڇا غاليچا نظر آيا. تہ دل ڪي وڏيڪ پڪ ۽ خوشي ٿي تہ صحيح صحيح اصل مجسد نبوي (جنت رياض) تي پهچي ويا آهيون.

هتي جيڪي حاجي يا ٻيا ماڻهو مڪي ۽ مديني اطهر مان ٿي آيا انهن ڪان ورتل معلوماتن مان هڪ معلومات هي بہ هئي تہ سڄي مسجد نبوي ۾ ڳاڙها غاليچا آهن. ليڪن جنت رياض (اد ل مسجد نبوي) ۾ سجاڻپ لاءِ اڇا غاليچا آهن.

جنت رياض مان ٿيندا اول تہ سڌا حضور اڪرم جي روضي اڳيان اچي بيٺا سون تہ ٿي دروازا جاري وارا هئا. وچ واري دروازي تي

57

وري ني ســـوراخ هتــا جنهن ۾ هڪ وڏو پـ ان ڪــان ننڍا دروازا جي سامهون اچي بيٺا سون تہ هاڻي خبر نہ پوي تہ حضور اڪرم ڪهڙي جاري ۾ ڪهڙي سوراخ وٽان آهن ۽ حضرت ابا بڪر صديق ڪهڙي جاري ۽ ڪهڙي سوراخ وٽان آهن ۽ حضرت عمر فاروق ڪهڙي دروازي جي جاري ۽ ڪهڙي سوراخ وٽان آهن ٿورو بيهي مون روضي تي بيٺل ڊيوٽي وارن ڪــان اشــارن ســان پڇيــو. تنهن تفـصـيل ســان ٻڌايو تہ اول حضرت محمد مصطفيٰ جي جڳهہ ڏانهن اشارو ڪيائين بعد ۾ ٻئي نمبر تي امير المومنين ابا بڪر صديق تي نمبر تي امير المومنين حضرت عمر فاروق جي جڳهہ جو اشارو ڪيائين.

اسان ٿنهي جڻن سلام پڙهڻ شروع ڪيو، تہ بلند آواز ڪان هئن منع ڪئي. جيـتـرو انســان عــام ڳالهــائيندو آهي. انهي آواز ۾ اســان سلام پڙهي فارغ ٿياسون.

هاڻي وري اســـان کي اهو انتظار هو تہ جنت رياض ۾ نماز پڙهڻ لاءِ جڳهہ هٿ ڪجي. انهي ڪري واپس جنت رياض ۾ پهتاسون تہ اڃان ايتري رش ڪا نہ هئي اسانکي دل جي مراد موجب حضرت بلال جي آذان واري منبـر هيــٺـان جڳهـــ ڪشــادي ملي وئي، اڃان ســانجي نماز(مغرب نماز) ۾ ڪجهہ وقت هو تيسين تائين اسان منبـر بلال جي هيٺ ويٺي ويٺي مسجد نبوي جي زيارت لاءِ چؤطرف نظرون ڦيرايون دل خوشي وچان ٻهڪي رهي هئي مسجد نبوي جو هر منظر دل کي ڏاڍو متـاثر ڪندڙ هو. مـسجد نبـوي جي هر اڏاوت هر شيءِ جيتـري دل کي متاثر ڪيو، اگر اُهو سڀ مسجد نبوي متعلق لکن شروع ڪيان تہ هڪ جدا نئون ڪتاب ٿهي پوندو.

فل وقت مختصر ڪندي اڳتي لکڻ شروع ڪريان ٿو. ٿوري دير بعد اسان ڏٺو حضرت بلال جي منبر تي ويٺل ٿي شخص مان هڪ آذان لاءِ اٿي آيو ۽ سانجهي نماز جي آذان شروع ڪيائين. تہ چنچر جو ڏينهن اختتام تي پهتو. آچر جي رات شروع ٿي وئي سانجهي نماز بعد سمهاڻي "عشا" نماز تائين مسجد نبوي ۾ رهياسون مغرب ۽ عشا جي وچ وارو وقت قرآن پاڪ جي تلاوت ڪندي گذاريو.

عشا نماز بعد حضور اڪرم صلي الله‌عليه و آله وسلم تي سلام پڙهڻ لاءِ ماڻهن جي انهي مجمعي يا ميلي يا رش يا انهي ريلي ۾ شامل ٿيا سون. جيڪي بلند آواز سان السلام عليڪم يا رسول الله يا حبيب الله يا خاتم نبيين تي سلام بعد ۾ اسلام عليڪم امير المومنين ابابڪر صدي بعد ۾ امير المئومنين فاروق اعظم تي پڙهندا. حضور جي روضي جي زيارت مان فيضياب ٿيندا باب بقي کان ٻاهر نڪري رهيا هئا.

اسان به ٿيئي چٽا پاٿي جي وهڪري جيئان ماڻهن جي وهڪري ۾ وهندا حضور جي روضي جي زيارت ڪندا سلام پڙهندا باب بقي طرف وڌي رهيا هئاسون.

خدا گواه آهي انهي وقت هر مسلمان جي ڪيفيت عجيب هجي ٿي. جيڪو دل کي سلام پڙهڻ سان سڪون لطف ملي ٿو تنهن جي بيان لکڻ کان هي قلم قاصر آهي. منهنجي قلم کي ڪهڙي مجال جو حبيب ۽ حبدار حضور ۽ حاضر ۽ نور ۽ نين جي وچ جي ڪيفيت جا بيان لکي سگهي الحمدالله اهو محسوس ٿي رهيو هوته هر مسلمان خوشي سان ٽمٽار هو. هر مسلمان جي دل جون مرادون پوريون ٿي رهيون هيون جو حضور جي روضي اڳيان حضور جي زيارت جڻ آمهون سامهون جو شرف ماڻي رهيو هو.

باب بقي کان نڪري هوٽل طرف وڌياسون. اول ته اسان ڪاڌي پيتي لاءِ بازار ۾ ٿورو چڪر لڳايوسون هڪ هوٽل تي ويهي پنهنجي طلب آهر ماني کائي پنهنجي ورتل ڪمري ڏانهن آياسون قصر رحمان هوٽل جي ڪمري ۾ داخل ٿي آرامي ٿياسون.

پاڪستان جي وقت موجب 6.30 بجي سعوديه جي وقت موجب 4.30 بجي تهجد جي آذان آئي. اٿي وضو ڪري مجسد نبوي ۾ داخل ٿياسون. الحمدالله اسان کي وري جڳهه نماز پڙهڻ لاءِ جنت رياض ۾ ملي وئي تهجد پڙهي فجر نماز جي انتظار ۾ وينا هئاسون. ايتري ۾ فجر آذان آئي. فجرنماز باجماعت پڙهي وري ساڳي متي چاڻايل طريقي سان حضوراڪرم صلي الله‌عليه و آله وسلم جي روضي تي سلام پڙهي باب بقي کان ٻاهر آيا سون ته. اڄ جو ڏينهن 2 ڊسمبر 1995ع جو

صبح ظاهر نہ ٿيو. اسان ستن ڪمري تي قصر رحمان هوٽل تي آياسون ماستر عبدالله چانهہ ناشتو لاءِ بسڪيٽ وٺي آيو چانهہ پي بعد ۾ غسل ڪري ڪپڙا وغيره بدلائي هائي زيارتن جي خيال سان هوٽل کان هيٺ لٿاسون. سڀ کان اول جنت بقيا وڃڻو هو جو بلڪل ويجهو آهي.

پڇا ڪندا وڏي گيٽ کان داخل ٿي ڪتاب ۾ ڇاپيل ءِ نقشي موجب نمبروار زيارتون ڪندا حضرت عثمان جي مزار ڏانهن وڏي رهيا هئاسون تہ زيارت جو وقت پورو ٿي ويو. پوليس واري اسان کي واپس ورڻ جو اشارو ڪري واپس واري ڇڏيو.

انهي بعد ٽيڪسي جي تلاش ڪئي سون تہ اگر پاڪستاني ٽيڪسي ڊرائيور ملي وڃي تہ انهي سان گڏجي زيارتون ڪريون.

ليڪن اتفاق سان ڪافي ڳولڻ جي باوجود پاڪستاني نہ ملي سگهيو. بعد ٿورو مديني جي بازار ۾ گهمڻ لاءِ روانا ٿياسون گڏوگڏ بئنڪ يا صراف کان پاڪستاني پئسہ مٽائڻا هئا. هڪ صراف کان گهرج آهر مٽائي ريال ورتاسون.

هوٽل تي پهتا سون تہ اتي محمد وارث کي زڪام بخار ٿي پيو. جيئن مڪي پاڪ ۾ مونکي زڪام بخار هو تہ مديني پاڪ ۾ محمد وارث کي ٿي پيو.

گوريون وغيره کائي ماني کاڌي سون ٿورو آرام ڪيو سون تہ ظهر نماز جو وقت ٿي ويو. آذان اچڻ سان وضو ڪري مسجد ۾ وڃي نماز ادا ڪئي سون نماز ادا ڪري قرآن پاڪ جي تلاوت ڪئي جيستائين وڃي نماز جو وقت ٿيو. وڃين بہ ساڳي جڳهہ تي جت رياض ۾ پڙهي سون.

وڃين نماز بعد دل ۾ خيال تہ مغرب نماز تائين مسجد نبوي اولهہ تمام ويجهو مسجد غماما مسجد صديق مسجد عمر فاروق مسجد علي جي زيارت ڪري اچون.

مسجد نبوي کان اولهہ باب صديق کان نڪري انهن مسجدن جون زيارتون ڪيو سون پئي تہ مون کي اوچتو پيٽ ۾ تڪليف ٿي پئي.

انهي سبب ڪري جلد موٽي آياسون. اسين مسجد نبوي جي ذڪر طرف لٽـرن مـان فـارغ ٿي هوٽل تي آيس جو گـوريون دوائون هوٽل تي پيل هيون.

محمد وارث عبدالله سڌو مسجد نبوي ۾ ويا. آئون هوٽل تي آيس ڪمري ۾ اچي گوريون کاڌيون ٿورو ليٽي پيس تہ آرام اچي ويو. ٿـوري دير بعـد مـغرب جي آذان سـان آچر جو ڏينهن الوداع چوندي رخصت ڪئي ۽ سومر جي رات شروع ٿي.

مون مغرب نماز اتي هوٽل تي پڙهي. ٿوري دير بعد مسجد نبوي ۾ ويس، مقرر ڪيل جڳهہ تي حضرت بلال جي منبر وٽ محمد وارث عبدالله وينا هئا. آئون اتي پهتس عشا نماز تائين تلاوت ڪندي رهيا سون، عشا جي آذان بعد نماز پڙهي ساڳي طريقي موجب حضور تي درود سلام پڙهندا باب بقي ڪان ٻاهر نڪتاسون، هاڻي اسين ڪجهہ قدر مديني پاڪ جي هوٽلن بازارن جا واڪف ٿي چڪا هئاسون. تنهن ۾ خصوصن ماستر عبدالله گهڻو واڪف ٿي ويو، جو ماني چانهہ وغيره سڀ ماستر آڻيندو هو. واڪفي ٿيڻ جو فائدو وٺندي هاڻي تہ فرمائش تي عبدالله کي ماني جو چوڻ لڳاسون تہ ڪڪڙ ڏورو ماني چانور وغيره کڻائي اچ.

ماستر ماني ڪٺي آيو اسان ٽيئي گڏجي ويهي ڪمري ۾ ماني کائيندا هئاسون، انهي جو لطف ٻئي ڪنهن وقت يا ٻئي ڪنهن طعام ۾ ملڻ مشڪل آهي.

ٿوري دير ڪچهري ڪرڻ بعد آرام ڪيو سون، تان جو الله اڪبر الله اڪبر جي آواز ننڊ مان بيدار ڪيو، اتي جلدي جلدي وضو ڪري مسجد نبوي طرف روانا ٿياسون مسجد نبوي کان اسان وارو هوٽل پنج منٽ جو وقت لڳندو هو. اسان اڪثر ڪري باب جبرئيل مان داخل ٿيندا هئاسون اڪثر نمازون بہ فضل تعاليٰ جنت رياض ۾ پڙهندا هئاسين. مسجد شريف ۾ پنهنجي تهجد نماز پڙهي وينا سون تہ ٿوري دير بعد فجر جي بانگ آئي فجر جي سنت پڙهي فجر باجماعت پڙهي حضور تي سلام پڙهڻ لاءِ روضي مبارڪ اڪيان حاضر ٿي سلام پڙهي

باب بقي کان ٻاهر آياسون دستور موجب سڌا هوٽل جي ڪمري تي آياسون ماستر عبدالله چانهه بسڪيٽ وٺي آيو چانهه پيءَ ٿورو ترسي سنوارت ٿاهي غسل ڪري ڪمري کان هيٺ لٿاسون. پهرين جنت البقي ويا سون تہ زيارت جو وقت ختم ٿي ويو ۽ اتي بيٺل ڊيوٽي تي سپاهي اڄ اسانکي حضرت عثمان جي مزار تائين نہ ڇڏيو.

جنت البقي جي زيارت کان فارغ ٿي اڄ بہ ڪالهہ وانگر پاڪستاني ٽيڪسي ڊرائيور جي ڳولا ڪئي سون تہ باقي زيارت تي وڃون. ليڪن اڄ بہ پاڪستاني ڊرائيور نہ ملي سگهيو، آخرڪار ٽيڪسي پاڪستاني نہ ملڻ ڪري مجسد نبوي کي ويجهيون زيارتون پيادل ڪيو سون جهڙوڪ مسجد غماما مسجد صديق مسجد فاروق اعظم مسجد علي. انهي مسجد جي متعلق روايت آهي تہ مسجد غماما وٽ حضور اڪرم صلي الله عليه و آله وسلم بعد نماز مينهن لاءِ دعا گهري هئي تہ اتي برسات ۽ ڳڙا وسڻ شروع ٿيا. عربي ۾ ڳڙن کي غماما چوندا آهن. باقي مسجدن متعلق روايتون ٻڌائين ٿا تہ هر هڪ خليفي پنهنجي پنهنجي دور ۾ ميدان تي عيد نماز پڙهائي هئي. جنهن جتي نماز پڙهائي هئي اتي انهي نالي سان مسجد شريف تعمير ڪئي وئي آهي.

انهن زيارتن مان فارغ ٿي ٿورو مديني شريف جي بازارن گهمڻ وياسون بازارن جون زيارتون ڪندي تقريبن سعوديہ وقت موجب 11.30 بجي ڪمري تي آيا سون ماني کائي فارغ ٿياسون تہ ظهر نماز جي آذان آئي جا هميشہ 12.00 بجي ايندي آهي، وضو ڪري نماز لاءِ مسجد شريف ۾ ويجهي دروازي مان داخل ٿي باجماعت نماز پڙهي واپس ڪمري تي آياسون، ۽ وچين نماز تائين سمهي پياسون. ماشاءالله مديني پاڪ جو آرام ۽ ننڊ بہ اڄ تائين نٿي وسري، آئون همراهن کي چوندو هئس تہ ٻيون مديني پاڪ جون نعمتون وڏي ڳالهہ آهن. ليڪن مديني جي انهي ننڊ کي بہ ياد ڪندا جو سمهڻ جي نيت سان وهاڻي

تي رکو کند رکو تہ بغير کنهن پاسي ورائڻ جي نند اچي وئي وري
بانگ جي آواز الله اڪبر ٿيڻ سان بغير کنهن سستي جي يڪدم چست
اٿي ماڻهو ڪڙو ٿيو شام جو وچين نماز جي بانگ تي اٿي تيار ٿي وضو
ڪري مسجد نبوي ۾ باب جبرئيل کان داخل ٿياسون وچين نماز جنت
رياض ۾ پڙهي. پوءِ اُها جاءِ ڇڏي مسجد نبي ۾ پوئتي جتي اسان کي
سولي جڳهہ لڳي ويهي قرآن پاڪ جي تلاوت ڪئي سون عشا نماز
تائين تلاوت ڪندا رهياسون وچ ۾ مغرب بہ اتي ساڳي جڳهہ تي پڙهي
سون. عشا نماز بعد حضور اڪرم تي سلام پڙهڻ لاءِ روانا ٿياسون
ساڳي انهي دستور موجب جنهن جو اڳي آئون ذڪري لکي آيو آهيان
انهي دستور موجب آهستي آهستي ماڻهن جي وهندڙ ريلي ۾ حضور تي
سلام پڙهندا، باب بقي کان ٻاهر آيا سون.

سومر جو ڏينهن تہ مغرب نماز سان گڏ الوداع ڪري چڪو
هو. هاڻي اگاري جي رات جا چار ڪلاڪ گذري چڪا هئا. آئون ۽
محمد وارث سڌا ڪمري تي آيا سون ۽ ماستر عبدالله فرمائش موجب
ماني ڪٽائي آيو. هيٺ گلم تي دستور موجب ماني جي هر شيءِ سيٽ
ڪري کائڻ لاءِ اچي ويٺا سون تہ مون همراهن کي (مذاق) تور چيو تہ
ماني کائڻ کان اڳ آئون توهان کي شرع جو هڪ مسئلو ٻڌايان جيڪو
مون ڪنهن بزرگ کان ٻڌو آهي. تہ مسلمان جڏهن بہ ٿڌو پاڻي پيئي تہ
ڪربلا کي ياد ڪري پوءِ پيئي، تہ همراهن کي اهو مون دليل ڏئي چيو
تہ توهان جڏهن بہ ڪڪڙ کائو تہ الهہ بخش رند کي ياد ڪريو. ڇوتہ
ڪڪڙ الهہ بخش رند جو پسنديده خوراڪ آهي ايئن کلي خوش ٿي
ماني کائي آرام ڪيو سون. بدستور تهجد آذان تي اٿي مسجد نبوي ۾
وياسون تهجد نماز فجر نماز پڙهي حضور تي سلام پڙهي مسجد کان
ٻاهر آياسون.

سڌا ڪمري تي اچي چانهہ سنوارت غسل مان فارغ ٿي وضو
ڪري جنت البقي جي زيارت تي وياسون ليڪن اڄ اسان اهو فيلصو ڪيو
سون تہ پهرين حضرت عثمان جي مزار تي وڃي دعا گهري بعد ۾ واپسي
۾ باقي مزارن تي ايندا سون.

63

انهي پروگرام موجب حضرت عثمان جي مزار تي اول دعا گهري واپسي ۾ باقي مزارن تي دعا پڙهندا جنت البقي جي زيارتون مڪمل ڪري ٻاهر نڪتاسون. اڄ اسان اهو فيصلو ڪيو تہ اگر پاڪستاني ٽيڪسي وارو نہ بہ ملي تہ اڄ سعودي ٽيڪسي واري سان وڃي زيارتون ڪنداسون.

هڪ عرب سڳوري ڊرائور سان اڍائي ڪلاڪ ٽائم 50 ريال ۾ ٺڏي چڙهي وينا سون ٽيڪسي واري پنهنجي پروگرام موجب زيارتون ڪرايون. اول تہ جبل احد تي هليو. جتي شهداء احد سان گڏ حضور اڪرم جو چاچو امير حمزه بہ رڪيل آهي شهدا احد کي ديوار آيل هئي، ديوار مٿي گرل لڳل هئي اتان بيهي زيارت ڪئي سون ۽ دعا گهري سون. ديوار اندر سڀ زمين برابر سري کي ٽيل هئي صرف چند پٿرن جا ڪڪريون هيڪڙ ٻيڪڙ پيل هئا. پر ۾ ٿوري جبل جي ٽڪري هئي جنهن تي ڪافي ماڻهو مٿي چڙهي رهيا هئا. اسان کي ٽيڪسي وارو سڳورو عرب اوڏانهن نہ ڇڏي پڇون ڪٿي تہ جواب ۾ چوي، حاجي حرام. حاجي حرام بهرحال گڏ ڪنيل ڪيمرا سان اتي انهي مقصد مقام جا فوٽو ڪڍيا.

انهي بعد خندق تي پهتاسون تہ خندق جو (ڪڏ) جو ڪو نشان ظاهر ۾ سمجهڻ نہ اچي جو 1500هہ سال گذرڻ ڪري سڄو نقشو تبديل ٿي ويو آهي.

اتي مسجد فتح مسجد علي مسجد فاطمه مسجد سلمان فارسي مسجد عمر فاروق ۾ نفل پڙهي دعا گهري سون ۽ هر هڪ مسجد فوٽو ڪڍيا سون. ليڪن عرب ڊرائيور تمام تڪڙ ڪريو بيٺو هو انهي بعد مسجد جمع ويا سون. جتي حضور اڪرم پهرين جمعي نماز پڙهائي آهي. انهي بعد مسجد قبلطين جتي بيت المقصدس ڪان بيت الله ڏانهن منهن ڪرڻ جو حڪم آيو. انهي بعد مسجد قبا ۾ وڃي نفل پڙهياسون جتي حضور اڪرم صلي الله عليه و آله وسلم مديني آمدني پهرين قيام فرمايو هو.

انهن زيارتن ڪندي ٽيڪسي واري جو وقت پورو ٿي ويو

64

# سعادت عمره



جبل احد (۹۵-۱۲-۷)

# سعادت عمره



شهداء احد ء حضرت امیر حمزه (۹۵-۱۲-۷)

جنهن سڳوري اچي تڪڙ پڌي آخر واپس ورڻ جي ڪئي سون حضرت بلال جي مسجد جي رکو ٻاهران زيارت ڪري سگهياسون. انهي وقت تي حضرت بلال جي مسجد جي مرمت جو ڪم هلي رهيو هو.

11.30 بجي سعودي وقت موجب واپس ڪمري تي آياسون ماني جو وقت ٿي ويو هو. ماني ڪائي فارغ ٿياسون ته اڳين نماز جي بانگ آئي فورن وضو ڪري مسجد نبوي ۾ وڃي نماز ۾ شامل ٿياسون. نماز بعد واپس اچي ڪمري تي آرام ڪيوسون.

دستور موجب وچين نماز لاءِ تيار ٿي مسجد نبوي ۾ وڃي جنت الرياض ۾ نماز پڙهي بعد قران پاڪ ڪٺي مسجد نبوي ۾ پنهنجي سهوليت آهر جڳهه هٿ ڪري ويهي تلاوت ڪئي سون. تلاوت ڪندي ڪندي خبر ئي نه پئي تان جو الله اڪبر جو آواز ڪن تي پهتو. اها مغرب نماز جي آذان هئي. تنهن سان گڏ اڱاري جو ڏينهن الوداع الودا چئي رخصت ڪري ويو ۽ اربع جي رات مسجد نبوي ۾ سيني مسلمانن کي مرحبا مرحبا چئي آجيان ڪري رهي هئي. دستور موجب عشا نماز تائين تلاوت ڪندا رهيا سون. وڪفي وڪفي تلاوت روڪي مسجد نبوي جا منظر ڏسي رهيا هئاسون تعريف جو مقام جي حد آهي، الله سائين شال هر مسلمان کي نصيب ڪري آمين عشا نماز بعد حضور پر نور تي سلام پڙهندا باب بقي کان ٻاهر آياسون. دستور موجب ڪمري تي اچي ماني ڪائي ٿورو وقت ڪچهري آرام ڪيو سون.

تهجد آذان ٻڌڻ سان غلفت جي ننڊ مان بيدار ٿي وضو ڪري دستور موجب مسجد نبوي پهتاسون. تهجد پڙهي فجر نماز پڙهي ۽ حضور تي سلام پڙهندا باب بقي کان ٻاهر نڪتاسون هوٽل قصر رحمان تي پهچي چانهه پيءِ سنوارت ٿاهي ڪپڙا بدلائي مديني جي بازار گهمڻ وياسون اڄوڪي پروگرام ۾ پي آئي جي آفيس ڳولي هٿ ڪرڻي هئي ۽ انهي ڪان جهاز جي واپسي جي تاريخ ۽ سيٽ جو پڇڻو هو. اسين ٿيئي ڳولا ڪندي پي آئي جي آفيس ڳولي هٿ ڪئي سون. آفيس ۾ هڪ پلو ماڻهو ملي ويو. جيڪو ذات جو سومرو هوءِ سنڌي هو اسان سان سنڌي زبان ۾ ڳالهائڻ شروع ڪيائين ته اسانکي وڏيڪ خوشي ۽

65

پنهنجائپ محسوس ٿي. جنهن اسانکي تاريخ وقت جهاز جو ٻڌايو ليڪن اهو پي آئي جهاز جو وقت تاريخ ٻڌايائين جيڪو جدي کان ڪراچي پهچائيندو.

ليڪن اسان کي تہ اول مديني کان جده جهاز ۾ سفر ڪرڻو هو. جنهن لاءِ انهي سومري اسان کي ٻڌايو تہ انهي لاءِ توهان کي سعودي جهاز جي آفيس وڃڻو پوندو ۽ آفيس جو ڏس بہ ڏنائين جيڪا ڀئي بازار ۾ آفيس پر ويجهي هئي.

اسين تيئي ڄڻا انهي ڏس موجب ڳولي وڃي سعودي جي آفيس هٽ ڪئي سون، اتي هڪ بنگالي ڪلارڪ هو، جنهن سان اسان جو ڪم هو، بنگالي تہ پاڪستانين تي هميشہ ڪاوڙيل آهن، تنهن جو اسان پاڪستانين کي ڏنو تہ مرڳو ڇتو ٿي پيو ڪيا هے پاڪستان ڪچ نهين هے، يے هے وو هے وغيره بڪ بڪ ڪرڻ لڳو. اسين تہ ڪو بحث ڪرڻ ڪو نہ ويا هئاسون اسانکي تہ صرف مديني پاڪ کان جدي جي سيٽ بڪ ڪرائڻي هئي. مس مس تاريخ جهاز نمبر ۽ وقت ڏنائين.

اتان واپس اچي هوٽلَ جي ڪمري تي ماني کاڌي سون ٿوري دير بعد ظهر جي بانگ جو وقت ٿي ويو، اتي نماز جي تياري ڪري حرم پاڪ ۾ نماز پڙهي واپس ڪمري تي اچي ڪجهہ وقت آرام ڪيو سون، وچين بانگ جي الله اڪبر تي اٿي وضو ڪري مسجد نبوي ۾ داخل ٿياسون. دستور موجب وچين نماز جنت الرياض ۾ پڙهي مسجد ۾ قرآن پاڪ جي تلاوت لاءِ مسجد نبوي جي پوئين حد ۾ وڃي ويٺا سون تلاوت ڪندا رهياسون تہ اربع جو ڏينهن رخصت جي تياري ڪندي ٿوري دير بعد رخصيت ڪري ويو.

## خميس جي رات:

مسجد نبوي ۾ ويٺل يا پوري مديني کي خوش آمديد چئي پنهنجي چارج سنڀالي، اسان مغرب نماز ادا ڪري بدستور تلاوت ۾ مشغول رهيا سون، خبر تڏهن پئي جو عشا نماز جي آذان جي الله اڪبر لفظ تلاوت مڪمل ڪرڻ جو حڪم ڏنو اتي نماز لاءِ صف ٻڌڻ جي

تياري ڪئي سون نماز پڙهي سنت وتر نفل کان فارغ ٿي حضور جي روضي تي سلام پڙهي پنهنجي هوٽل جي ڪمري تي آياسون.

ماستر عبدالله دستورموجب ماني وٺي آيو، ماني کائي ٿوري دير ڪچهري ڪري آرام ڪيوسون تهجد جي آذان تي اٿي دستور موجب تهجد فجر ۽ حضور جي روضي تي سلام پڙهي واپس ڪمري تي اچي چانهه پئي غسل ڪري اڄ خريداري جي خيال سان هيٺ بازار ۾ لٿاسون توفيق آهر تبرڪ وٺي ڪمري تي کڻي آياسون ڪجهه تبرڪ باقي وٺڻو هو اُهو ٻئي ڏينهن تي وٺڻو ڪيوسون.

اول صبح جو اها سوچ هئي ته تبرڪ لاءِ وڃون ٿا ليڪن وزن کڻڻ جو مسئلو ٿيندو ليڪن منهنجي رب پاڪ اُهو تمام آسان ڪري ڏنو جو دڪاندار جو ماڻهو جنهن دڪان تان اسان قتل، کجور ورتي هئي، انهي اسانکي سامان کڻائي هوٽل تي پهچائي ڏنو ٿوري دير بعد نماز جي تياري ۾ لڳي وياسون ماني کائي وضو ڪري ويٺاسون ته آذان اچي وئي. يڪدم حرم پاڪ ۾ وڃي نماز پڙهي واپس ڪمري تي اچي آرام ڪيوسون وچين نماز پڙهي اسان پنهنجي پروگرام موجب پاڪستاني پئسا مٽائي ريال وٺڻا هئا، انهي ڪري مسجد شريف کان ٻاهر نڪري بازار ڏانهن وڃي رهيا هئاسون ته پوئيان هڪ همراه آواز ڏنو، اسان بيهي بيناسون ته اسان کي ويجهو ٿي پڇڻ لڳو ته زيارت لاءِ توهان کي گاڏي گهرجي ته مون وٽ گاڏي آهي، اسان کي ته ڇهه ڏينهن کان پاڪستاني ڊرائيور جي تلاش هئي. ليڪن اسان اڳي مجبورن عرب ٽيڪسي واري سان زيارتون ڪري آيا هئاسون.

اسان انهي ڊرائيور کي ٻڌايو ته اسان ٽيو ڏينهن زيارتون ڪري آيا آهيون، ته هن ڊرائيور ٻڌايو ته توهان عرب ٽيڪسي واري سان ويا هوندا. هن توهان کي سڀ زيارتون ڪو نه ڪرايون هونديون.

اسان کي هن ڊرائيور نالا زيارتن جا ٻڌائڻ شروع ڪيا، تڏهن اسان ڏٺو ته واقع ڪافي زيارتون رهجي ويون آهن. اسان فورن انهي سان ڪرايو 60 ريال طئي ڪيو پنهنجي هوٽل جو ڪارڊ ڏنو. ڊرائور ٻڌايو ته آئون پاڻهي صبح جو هوٽل تي پهچي ويندس. اسان پئسا مٽائي

67

# سعادت عمره



مسجد فتح - خندق (۷-۱۲-۹۵)

واپس مسجد نبوي اچي دستور موجب قرآن پاڪ جي تلاوت ڪئي سون ٿورو وقت گذريو تہ مغرب نماز جو وقت ويجهو ٿيندو ويو ۽ خميس جو ڏينهن پري ٿيڻ جي تياري ڪرڻ لڳو آخر ٿيو ايئن جو الله اڪبر الله اڪبر مغرب جي آذان جي انهن لفظن سان خميس جو ڏينهن ڊيوٽي ڏئي پوري ڪئي ۽ جمع جي رات اچي وئي. الحمد الله الحمدالله لک بار شڪر الحمدالله جو اسان کي مديني پاڪ ۾ جمع جي رات نصيب ڪيائين، مغرب نماز بعد مسجد ۾ دستور موجب تلاوت ڪندي عشا نماز جو وقت ٿي ويو. نماز کان فارغ ٿي حضور تي سلام پڙهي پنهنجي ڪمري تي آيا سون دستور موجب ماني کائي آرام ڪيو سون، تهجد بانگ وقت اٿي مسجد شريف ۾ داخل ٿي فجر نماز ۽ حضور تي سلام پڙهي واپس ڪمري تي اچي چانهہ وغيره پي ڪپڙا بدلائي تيار ٿي مقرر ڪيل پروگرام موجب رهيل زيارتن تي وڃڻ لاءِ گاڏي جي انتظار ۾ ويٺاسون.

ٿوري دير بعد اُهو ڊرائور پروگرام موجب آيو. گاڏي هوٽل کان پري ڇڏي آيو، اسان گڏجي مديني جي بازارن مان گهمندا ڊرائيور سان گڏ وڃ هڪ ننڍي چورائي تي بيٺاسون تہ اسانکي چوڻ لڳو تہ توهان هتي بيهڪو تہ آئون گاڏي وٺي ٿو اچان. چاڪاڻ تہ اُتي اهي پاڪستاني ڊرائيور لڪ ۾ ٽيڪسي هلائيندا آهن باقي قانوني هلائڻ ڏوهہ آهي.

اسين اتي بيهي رهيا سون ٿوري دير بعد گاڏي وٺي آيو. گاڏي واقع اسان جي پسند موجب ننڍي هئي. اڄ جمعي جو ڏينهن هو ۽ جمع نماز تي هر حالت ۾ واپس پهچڻو هو، سڀ کان اول تہ اسان کي غار احد تي وٺي ويو. وچ مان گذرندي شهدا أحد جتي أحد جي جنگ لڳي جيڪا زيارت اسين ٿي ڏينهن اڳي ڪري ويا هئاسون، تنهنجا تفصيل اسان کي سمجهائيندو، اڳتي غار احد تي پهتو، اتي اسان ٿي زيارتون ڪيوسون هڪ حضرت علي جي نالي سان مسجد شريف هئي جيڪا شهيد ٿيل حالت ۾ هئي، انهيءَ جي ٻاهران بيهي گاڏي روڪي زيارت ڪري اڳتي وڌياسون، ٻي زيارت أها ڇپ جيڪا بلڪل غار أحد کي

سامهون آهي، جنهنکي اتي جي روايت موجب جنگ احد جي افراتفري وقت پاڻ سڳورن ٿورو وقت اتي انهي ڇپ کي ٽيڪ لڳائي آرام فرمايو هئائون، انهي ڇپ ۾ سر مبارڪ جو نشان بہ لڳل آهي جنهن جي زيارت ڪري چمي اڳتي وڌياسون. بلڪل غار أحد هڪ ڦاٽل جبل آهي، جنهن ۾ صرف هڪ هڪ ماڻهو اندر وڃي سگهي ٿو اتي جي روايت موجب تہ انهي غار ۾ حضوٌر اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي زخم جي مرهم پٽي ٿي هئي ۽ مسلمانن انهين غار جي گهٽي تي گڏ ٿي دفاع ڪرڻ لاءِ بيهي رهيا.

انهي بعد اتان فارغ ٿي ساهہ فهد جو محل پري کان ڏٺوسون جو تمام هڪ مٿانئين ٽڪري تي ٺهيل آهي، جتان سڄو مدينو نظر ايندو آهي، انهي بعد حضرت عثمان غني جي انهي کوهہ جي زيارت ڪئي سون، جيڪو حضرت عثمان حضور جي خواهش ڏسي ڪافرن کان خريد ڪري مسلمانن لاءِ وڪف ڪيو هو، الحمد الله أهو کوهہ 1500 سال گذرڻ بعد ساڳي حالت ۾ بيٺو آهي، تمام وڏو ويڪرو پٿرن جو ٻڌل اڄ بہ اڌ پاڻي سان ڀريل هو، مٿي منهن تي جاري لڳل هئي تہ مٿان ڪا شيءِ اندر ڪري نہ پوي، ڏسي زيارت ڪري اکيون ٺڏيون ٿيون اکين آس ۽ دل جي تمنا پوري ٿيندي ڏسي رب جا لک شڪر ڪيا سون، ڀر ۾ هڪ ننڍو ٽيوب ويل هن دور جو ۽ ننڍو پارڪ هو، انهي زيارت کان فارغ ٿي اڳتي وڌياسون. وري ٻيو کوهہ بحر غضير جي زيارت ڪئي سون انهي کي بہ شرف آهن هڪ سندس پاڻي مٺو کو نہ هوندو هو، اهو حضور اڪرم صلي اللهعليہ وسلم انهين کوهہ ۾ پاڻي جي ڳرڙي وڌيڪ انهي ڏينهن کان پاڻي مٺو ٿي ويو، اهو سندن هڪ معجزو آهي، ٻيو انهي کوهہ کي اهو بہ شرف آهي، تہ اتي جي روايت موجب پاڻ ڪريم کي لاڏاڻي بعد جيڪو غسل ڏنو هو، أهو بہ انهي کوهہ جي پاڻي مان ڏنو هو انهي کوهہ جي منهن تي جاري لڳل آهي، کوهہ سلامت آهي، ليڪن پاڻي ڏسڻ ۾ کو نہ ٿي آيو. اتي بيهي زيارت ڪري دعا گهري اڳتي وڌياسون.

حضرت سليمان جو باغ جي جڳهہ ڏٺي سون جي هن وقت

ڪو بہ وڻ يا باغ ڪو نہ آهي. اڳي جيتري حاطي ۾ باغ هو. اوتري احاطي ۾ هن وقت خاردار تار لڳايل آهي، اتي بيهي زيارت ڪري دعا گهري سون، انهي باغ تہ لاءِ روايت آهي حضرت سليمان هڪ ڪافر وٽ غلام هو، ڪافر جو چوڻ هو تہ انهي کي پيو پاٽي پيار جڏهن ننڍا ٻوٽا وڻ ٿيندا ۽ ڦل ڏيندا تڏهن توکي آزاد ڪندس، انهي ۾ ڪئين سال گهربل هئا ليڪن حضور اڪرم صلي الله عليه و آله وسلم انهي ٻوٽن تي هٿ مبارڪ گهمايو تہ ٻئي ڏينهن اهو باغ تيار ٿي ويو ۽ حضرت سلمان فارس کي نجات ملي. والله عالم.

انهي بعد انهي جڳهہ جي زيارت ڪئي سون جيڪا اتي جي روايت موجب حضور اڪرم صلي الله عليه و آلهٖ وسلم معجزي طور سج کي واپس ڪيو ۽ حضرت علي ڪرم الله قضا ٿيندڙ نماز انهي جڳهہ تي ادا پڙهي هن وقت اتي قبرستان آهي، اسان اتي بيهي فاتحہ پڙهي دعا گهري اڳتي وڌياسون خاڪ شفا جي زيارت ڪئي سون جتي هڪ پاڻي لاءِ نالي جي کوٽائي هلي رهي آهي اسان گاڏي ۾ ويٺا رهياسون ماستر عبدالله هيٺ لٿو هڪ ٿيلهي ۾ خاڪ شفا جي مٽي جلد جلدي ڪٽي واپس آيو، ڇاڪاڻ سعوديہ حڪومت جي قاعدي موجب اهي شيئون ڪٽڻ تي بندش وڌل آهي، اتان پوءِ انهي جڳهہ تي آياسون جتي بني نجاره قبيلي جي قوم جي ڇوڪرن حضور اڪرم صلي الله عليه و آله وسلم مديني آمد وقت خوشي ۾ اتي مرحبا ۾ گيت ڳائيا آهن، اتي ڪا نشان وغيره پيل ڪو نہ هو صرف هڪ پلاٽ آهي، اتي بيهي زيارت ڪري دعا گهري روانا ٿيا سون هاڻي تقريبن زيارتون مڪمل ٿيون مٿان جمع نماز جو ٽائم ويجهو ٿيڻ لڳو. انهي ڪري واپس هوٽل طرف اچڻ جو ارادو ڪيو سون:

اڄ تمام خوش هئا سون هڪ تہ رهيل زيارتون خدا نصيب ڪيون ٻيو تہ پاڪستاني ڊرائيور هجڻ جي ڪري هر ڪنهن زيارت جي فضيلت جو بيان ڪندو هليو تنهن ڪري زيارت ڪرڻ ۾ ۽ سمجهڻ ۾ ڏاڍي آساني ٿئي ٿي، زيارتن مان فارغ ٿي خدا جا شڪر بجا آڻندي هوٽل جي ڪمري تي آياسون ٽيڪسي واري کي ڪرايو ڏئي رخصت

ڪري ماني ڪائي جلد جلد مسجد نبوي ۾ جمع نماز لاءِ وڃڻ جي تياري ڪئي سون دل جي تمنا هئي تہ جنت الرياض ۾ امام صاحب کي ويجها ويهي نماز پڙهندا سون. ليڪن ايئن نہ ٿي سگهيو مسجد شريف اڳي ئي ڪچا ڪچ ڀرجي چڪي هئي تنهن ڪري جڳهہ ٿورو پري ملي، انهي ڪري امام صاحب کي ڏسي نہ سگهيا سون. نماز پڙهي ٻاهر نڪتا سون جو پروگرام موجب ڳوٺ ٽيليفون ڪري خبر چار ڏيڻي هئي. پهرين مسجد نبوي مان نڪري ٽيليفون آفيس تي وياسون. جتان اڳي فون ڪيو هوسون، ليڪن تمام رش گهڻي هئي اتان واپس اچي ڪارڊ ورتو سون، اتان فون تي عبد علي شاهہ ڳالهايو بعد ۾ حاجي غلام رسول رند سان ڳالهايسون، بعد ۾حيدرآباد پلڪ اسڪول ۾ بابي (پٽ: محمد حسن شاهہ) سان ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪيم ليڪن سندس استاد ڪيريو مليو، جنهنڪي نياپو ڏئي فون مان فارغ ٿي واپس هوٽل تي اچي ڪجهہ وقت آرام ڪيو سون، وچين نماز جي بانگ جي آواز ننڊ مان بيدار ڪيو اٿي وضو ڪري جلدي جلدي مسجد نبوي پهچي نماز ۾ شامل ٿياسون، نماز پڙهي دستور موجب قرآن پاڪ جي تلاوت شروع ڪئي سون. ڪجهہ وقت تلاوت ڪئي سون تہ جمعي جي ڏينهن رخصت جي تياري ڪندي ڪندي آخر الوداع ڪئي ڇنڇر جي رات شروع ٿي وئي تہ مغرب نماز بہ شروع ٿي وئي، مغرب نماز مان فارغ ٿي وري تلاوت ڪئي سون تان جو عشا نماز ٿئي نماز پڙهي بعد ۾ حضور تي سلام پڙهي باب بقي کان ٻاهر آيا سون. دستور موجب عبدالله ماني ونڻ ويو، اسين سڌا هوٽل جي ڪمري تي آياسون، ماني ڪائي ٿورو وقت ڪچهري ڪجهہ صبح جو پروگرام ٺاهي آرام ڪيوسون، تهجد جي آذان تي اٿي وضو ڪري دستور موجب مسجد نبوي وڃي تهجد فجر ۽ حضور تي سلام پڙهي واپس آياسون. چانهہ پي تيار ٿي مديني منور جي بازار ڏانهن وياسون جيڪو تبرڪ رهيل هو خريد ڪيو سون، وري واپس ڪمري تي آياسون وري ماستر عبدالله کي موڪليو سون جيڪو فوٽو ڪٽي آيو. جيڪي اسان مڪي پاڪ مديني پاڪ جي زيارتن وقت ڪڍيا هئا. انهنڪي ويهي سيٽ ڪيوسون ۽

نمازون مسجد نبوي ۾ ادا ٿي ويون. واپس موٽي ڪمري تي آياسون. وري سامان کي جانچڻ ۾ تسلي ڪرڻ ۾ لڳي وياسون تان جو آچر جي روز وڃڻ جي تياري ڪئي اسان مسجد نبوي ڏانهن وڃڻ جي تياري ڪري روانا ٿياسون. رستي ۾ فون ڪرڻو هو. جنهن لاءِ سڪا (ريال) 25 وٺي آياسون. فون تي اچي ڪم ورهاياسون هڪ نمبر ملائي پيو ريال فون ۾ ڇڏيندو اچي ٿيو فون تي ڳالهائي ماستر عبدالله کي فون تي ڳوٺ ڳالهائڻو هو. تنهن ڪري ماستر فون جو رسيور ڪنيوءِ محمد وارث نمبر ملائڻ تي هو ۽ آئون ريال وجهڻ تي هئس. تڏهن فون تي ڳالهه ٿي سگهي. فون تان ڳالهائي باب جبرئيل کان مسجد نبوي ۾ داخل ٿياسون ته آچر جي روز الوداع ڪئي.

سومر جي رات آمد تي مغرب نماز سان سندس اَجيان ڪئي سون نماز مان فارغ ٿي. دستور موجب تلاوت ڪئي سون عشا نماز پڙهي حضور تي سلام پڙهي ٻاهر آيا سون ماني ڪائي آرام ڪيوسون. تهجد نماز جي بانگ ٻڌي اٿي مسجد نبوي ڏانهن روانا ٿياسون. مسجد نبوي ۾ تهجد فجر نماز بعد حضور پُر نور تي سلام پڙهي. باب بقي کان ٻاهر آياسون. هوٽل تي اچي چانهه بسڪيٽ مان فارغ ٿي اڳتي پروگرام لاءِ سوچڻ شروع ڪيو سون ۽ تبرڪ مان ڪا شي ڪٽل متعلق به سوچيو سون ته متان ڪا ڪٽل نه هجي. جانچ بعد جيڪا شيءِ گهربل هئي أها آندي سون بهرحال سچو ڏينهن انهي سوچ انهي ڪوشش ۾ گذريو. ماني ڪائي ظهر نماز جي تياري ڪئي سون نماز پڙهي واپس اچي ڪجهه وقت آرام ڪيو سون وچين نماز پڙهي آب زم زم ڪولر مان ڪٽي پيءِ رهيا سون. ته رحيم ڏنو ڪوري سندس منشي نهڙي جيڪو ڳوٺ سيپاڙي جو وينل آهي، أهي مليا. دعاسلام ڪيو سون.انهن کان موڪلائي واپس ڪمري تي آياسون. واٽ تي ايندي هڪ ريال مشن ۾ وجهي سيون اپ بوتل ڪنئي سون. سيون اپ جي ضرورت ڪو نه هئي ليڪن صرف تماشي خاطر مشن ۾ هڪ ريال وجهي بوتل ڪنئي سون. ليڪن هائي پيئي ڪير سيني کي زڪام سياري جي موسم مٿان بوتل تمام ٿڌي آخرڪار ڪنهن ڪو نه پيتي ڪٽي اچي ڪمري تي رکي

ڪچهري ۾ پئي ڪئي سون وقت ويندي دير ڪو نہ ٿي ٿئي. ماني ڪائي جو وقت ٿي ويو ماني ڪائي ظهر نماز جي تياري ۾ هئاسون تہ آذان اچي وئي نماز پڙهي واپس اچي آرام ڪيو سون، وچين نماز تي وچي نماز پڙي واپس ڪمري تي اچي رهيا هئا سون تہ انور پلي ۽ عبدالحليم پلي وارا مليا، انهن سان حالي احوالي ٿي موٽي ڪمري تي آياسون، هاڻي اسان پاڻ ۾ صلاح ڪئي سون تہ صبحاڻي سامان ٻڌڻ سيٽ ڪرڻ شروع ڪندا سون ايتري ۾ چنچر جي ڏينهن الوداع ڪئي، آچر جي رات ۽ آذان مغرب باب جبرئيل ڏانهن ويندي مليا، جلدي جلدي مسجد ۾ داخل ٿي، جتي جڳهہ ملي اتي نماز ادا ڪئي سون نماز پڙهي تلاوت لاءِ قرآن پاڪ ڪٿي خلاصي جاءِ تلاش ڪئي سون، اتي ويهي رب جا لک لک شڪر جو اسان کي مديني پاڪ ۾ پيو آچر شروع ٿيو. اسان آچر جي مغرب نماز بعد 37 نمازون مسجد نبوي ۾ ٿي ويون باقي ٿي نماز عشا فجر ۽ ظهر ٿيئي آچر جون نمازون ادا ڪرڻ سان چاليهہ نمازون مڪمل ٿيون ٿي، پاڻ ۾ اهي ڳالهيون ڪندي تلاوت شروع ڪئي سون عشا نماز تائين تلاوت ڪندي رهياسون عشا نماز پڙهي حضور تي سلام پڙهي ٻاهر آياسون، ٿورو پنڌ هلڻ تي حاجي احمد علي ميمڻ مليو، حاجي صاحب عمري تي آيل هو، خبر چار ڪري اڳتي وڌي موڪلائي ڪمري تي آيا سون ماني ڪائي آرام ڪيو سون، تهجد بانگ جي آواز تي اٿي مسجد نبوي وياسون تهجد فجر ۽ حضور پاڪ تي بدستور سلام پڙهي واپس ڪمري تي آياسون چانهہ وغيره مان فارغ ٿي پروگرام موجب سامان ٻڌڻ شروع ڪيو سون، ڳوٺ تہ پنهنجن نوڪرن ماتحتن کي رڳو آرڊر ڪندا آهيون هتي تہ مٿي تي اچي وئي نہ سامان ٻڌجي نہ ٿهي. اسين ساهہ ۾ پرجو وڃون، گڏوگڏ ڪل بہ اچيو ٿي وئي، بهرحال ڪلندا ساهيون پٽيندا سامان ٻڌندا ويا سون جو هر حال ۾ ٻڌڻو هو، اهو بہ ڏينهن عجيب گذريو، جيڪو هڪ يادگار آهي، مٿان ماني ۽ نماز ظهر جو وقت اچي ويو ماني ڪائي نماز ظهر پڙهي اچي وري سامان کي لڳاسون، تان جو وچين نماز جو وقت ٿيو نماز پڙهي رب جا شڪر بجاء آندا سون تہ آچر جي هن وچين نماز سان اسان جو 41

72

نماز جو وقت ٿي ويو. اها اسانجي بروز اڱاري جي وڇين نماز مسجد نبوي ۽ مدينې منور ۾آخري وڇين نماز هئي. وڇين نماز پڙهي وري واپس هوٽل جي ڪمري تي آياسون ٿورو وقت ڪچهري ۽ صبحاڻي جي روانگي متعلق سوچڻ لڳا سون ته متان ائرپورٽ تي سامان ڪولائيون ته وري ڪيئن ڀڏي سگهنداسون. اهي صلاحون مشورا ڳڏوڳڏ ڪنڪا هئا ته اڱاري جو ڏينهن پنهنجي مديني جي آخري ڏيوٽي ڏئي الوداع ڪئي.

اسان مغرب نماز لاءِ مسجد نبوي ڏانهن باب جبرائيل وٽان داخل ٿيا سون، حضور جي پيراندي ڪان نماز پڙهڻ لاءِ جڳهه ملي، ليڪن حضور جي روضوي مبارڪ جي ديوار وٽان هڪ شخص مونکان اڳي ويٺو هو، اچانڪ از غيبي انهي شخص پنهنجي جڳهه از خود مونکي ڏني آئون حضور جي روضي جي ديوار سان بلڪل لڳ اچي ويٺس. ليڪن چوڪيدار اُهو به سامهون ويٺو آهي، جيڪي حضور اڪرم صلي الله عليه و آله وسلم جو روضو چمڻ کو نه ڏيندا آهن. هاڻي سوچيم ته ڪڙي طرح سان روضي مبارڪ کي چمي ڏجي ته فرض نماز شروع ٿي نماز پڙهي سنت ۽ نفل پڙهڻ لاءِ چوڪيدار نماز ۾ شروع ٿيو ته مونکي موقعو ملي ويو ديوار روضو مبارڪ جي چمڻ جو. الحمد الله شڪر الحمد الله الحمد الله جو اها هڪ حسرت رهجي ٿي وئي، ليڪن رب العزت هن گنهگار کي اهو به شرف عطا ڪيو.

اربع جي رات مغرب نماز جي آذان سان شروع ٿي وئي. اها مغرب نماز اسان جي مسجد نبوي ۾ آخري مغرب نماز هئي. بعد نماز جي دستور موجب تلاوت ڪئي سون اها اسان جي اربع رات جي تلاوت به مسجد نبوي ۾ آخري تلاوت هئي. تلاوت ڪندي عشا نماز جو ٽائم ٿي ويو، عشا نماز پڙهي سون اها اسانجي عشا نماز اربع جي رات واري آخري عشا نماز هئي پڙهي بعد ۾ حضور پر نورتي سلام پڙهي هوٽل جي ڪمري تي آياسون ماني ڪائي آرام جي تياري ڪئي سون اسان جي مدينه منور ۾آخري رات ۽ هوٽل قصر رحمان ۾ آخري رات انهي جي ڪمري ۾ رهڻ جي آخري رات هئي.آرام ڪيو سون به اڍائي ڪلاڪ گذرڻ بعد هوٽل وارن در ڪڙڪائي چيوته اسانجا مهمان اچي ويا آهن.

75

ڇڏي سون. انهي ڪل ڀوڳ ۾ هئاسون تہ سومر جي ڏينهن جي سنبت ڏسي اسان بہ مسجد نبوي ڏانهن وڃڻ جي سنبت ڪئي سون. اٿي وضو ڪري تيار ٿي ڪمرو ڇڏي هيٺ لٿا سون تہ هوٽل واري اسانکي ڪمري جي نئون ڏينهن جو بل چارج ڪيو ۽ گڏوگڏ اهو بہ پڇيو تہ اوهان ڪمرو خالي ڪڏهن ڪندا اسان ٻڌايو تہ اسان اربع جي صبح جو 8.00 بجي خالي ڪنداسون. اتان فارغ ٿي رستي تي هئاسون تہ سومر ڏينهن موڪلائي هليو ويو. اسان جلدي جلدي مسجد نبوي ڏانهن روانا ٿيا سون. اڱاري جي رات پهرين مغرب جي آذان ٻڌندا اسين مسجد نبوي ۾ داخل ٿياسون جڳهہ ڳولي نماز پڙهي وري اٿي تلاوت لاءِ سهولت موجب جڳهہ ڳولي هٿ ڪري اتي ويهي تلاوت ڪئي سون. عشاء بانگ اچڻ تي عشا نماز مان فارغ ٿي حضور جي روزي تي سلام پڙهي ٻاهر آياسون. سڌا ڪمري تي اچي ماني ڪائي آرام ڪيو سون. دستور موجب تهجد جو اٿي مسجد نبوي ۾ وياسون فجر نماز پڙهي بعد ۾ حضور پر نور تي سلام پڙهي ٻاهر آياسون. سڌا ڪمري تي اچي چانهہ بسڪيٽ کي لڳي ويا سون. انهي بعد ڪا رهيل ننڍي ننڍي شيءِ ونٽي هئي ورتي سون. اڄ اسانکي هوٽل وارن چيوتہ اڄ رات اسان کي ڪمرو خالي ڪري ڏجو. اسان اڳتي ڪمرو بڪ ڪري ڇڏيو اهي. (ماشاالله پاڪستاني تہ جتي ڪٿي ظاهر آهي) اهي هوٽل وارا بہ پاڪستاني ملتاني هئا. جنهن جو ذڪر آئون اڳي لکي آيو آهيان. اسان انهنکي چيوتہ اسان جو ڪرايو صبحاڻي تائين ڏنل آهي تنهن ڪري اسان صبحاڻي صبح 8.00 بجي خالي ڪنداسون.

ماني ڪائي وضو ڪري ظهر جي آذان جي انتظار ۾ ويٺا هئاسون. اها اڳين نماز اسانجي اڱاري جي ڏينهن جي مديني پاڪ ۽ مسجد نبوي ۾ آخر نماز شروع ٿي وئي انهي بعد چارئي نمازون اسان جون مديني پاڪ ۽ مسجد نبوي ۾ آخري هيون الله اڪبر الله اڪبر اهو اڳين نماز جي آذان لفظ ڪنن ٻڌا تہ لبيڪ يا رسول الله زبان چيو. ۽ قدم مسجد نبوي ڏانهن وڌندا رهيا مسجد نبوي ۾ داخل ٿي اڳين نماز آخري پڙهي واپس ڪمري تي آياسون ٿورو آرام ڪيو سون تہ وچين

توهان ڪمرو خالي ڪريو اسان جواب ڏنو سون تہ اسان جو ڪرايو ڏنل آهي. تنهن ڪري اسان صبح جو 8.00 بجي خالي ڪنداسون. بهرحال جند هوٽل وارا نہ ڇڏين خالي اسين نہ ڪريون انهي ڪري آرام کان محروم رهياسون تان جو تهجد آذان آئي وضو ڪري مسجد نبوي ۾ پهتاسون اڄ اسان جي مسجد نبوي ۾ تهجد نماز آخري هئي مٿان فجر نماز جو وقت ٿيو اها اسانجي فجر نماز مسجد نبوي ۾آخري نماز هئي نماز پڙهي ٻہ رڪعتون نفل رخصت جا پڙهي. حضور اڪرم صلي الله عليہ و اله وسلم کان رخصت وٺي حضور پرنور جي روضي تي آخري سلام پڙهي باب بقي کان الوداع ڪندي ٻاهر آياسون ٻاهران نظر سڄي منظر تي وجي روضي اطهـــر کي الوداع چئي باب بقي کي الوداع باب جبرائيل الوداع مسجد نبوي الوداع جنت البقيا الوداع چوندا قصر رحمان هوٽل تي اچي چانهہ پيءِ غسل ڪري ڪپڙا بدلائي هيٺ لهڻ جي تياري ڪندي سامان هيٺ لاهڻ شروع ڪيو سون. سڀ سامان هيٺ لاهي انهي ڪمري کي انهي قصر رحمان هوٽل کي الوداع چئي هيٺ لٿا سو جنهن ۾ چار گهڙيون گذاريون هيون سون هاڻي اسان کي سڀ کان پهرين ٽيڪسي واري جي تلاش هئي تہ اسانکي مديني ايئرپورٽ تي پهچائي. هڪ عرب سڱوري سان 30 ريال ڪرايو طئي ڪيو سون مديني ايئرپورٽ تي پهچائڻ جو. هو گاڏي هوٽل تي وٺي آيو سامان گاڏي ۾ رکي چڙهي ويٺاسون مديني پاڪ جي گلين بازارن کي الوداع ڪندي ايئرپورٽ روڊ تي پهتاسون سٻني روڊن رستن باغن کي الوداع چوندي ٿوري دير ۾ ايئرپورٽ تي پهچي وياسون. ڏاڍا ڊنل هئاسون. تہ ڪيئن سامان ڪٽنداسون ڪيئن چيڪ ڪرائيندا سون. وغيره ليڪن جيترو ڊنل هئاسون. اوترو سڀ رب آسان ڪري ڏنو. لهڻ شرط هڪ پاڪستاني مزدور يڪدم ڊوڙندو آيو. گاڏي وٺي آيو سڀ سامان گاڏي تي رکي اڳ ۾ هلڻ لڳو. ٻن جڳهين تي چيڪ ڪرايائين بعد ۾ سامان بڪ ڪري اسان کي سلپون ڏنيون. باقي اسان وٽ صرف هڪ هڪ ڪين زم زم جي هئي جا اسان پاڻ بڪ ڪو نہ ڪرائي سون. مزدور کي ڏهہ ريال ڪرايو ڏنوسون. خوش ٿي موڪلائي ويو هليو. اسان کي رب آسان

76

ڪري ڏني ڪنهن قسم جي ڪا بہ تڪليف ڪو نہ آئي. بعد سڌا اچي ويٽنگ روم ۾ ويهي انتظار ٽائم جو ڪرڻ لڳاسون. اسان تي پاڪستاني وقت موجب جو ڏهہ بجي پهچي ويا هئا سون ۽ اسان جي جهاز جي روانگي پاڪستاني وقت موجب 12.00 بجي ڏينهن جو هئي. اسان کي بہ ڪلاڪ انتظار ڪرڻو پيو. اتي سنڌي سومري سان ملاقات ٿي جنهن سان يار پچا گڏ هئا. هو بہ اسان سان گڏ مسافر هو. ڪچهري جو تمام سٺو ٿي نظر آيو. ڪچهري ڪندي چانهيون پيئندي بہ ڪلاڪ پورا ڪياسون تہ جهاز اچي لڳو ۽ اسان کي سڏ ٿيو سيڪنهن پنهنجي آب زم زم جي ڪين هٿ ۾ ڪنئي. چاڙهي وٽ قطار ۾ بيناسون. نمبر اچڻ تي پاڻ کي چيڪ ڪرائي جهاز ۾ چڙهياسون. هي جهاز پي آئي جي جهاز کان ننڍو جهاز هو. ٿوري دير بعد جهاز پرواز شروع ڪئي. تہ اسان کي اخبارون پڙهڻ لاءِ مليون. ليڪن عربي ۽ انگريزي اسان وٽي رکي ڇڏيون. پيئڻ لاءِ ٿڌو پسند موجب مليو. منو ڪلاڪ جهاز جو سفر جاري رهيو. اهو اسان جو جهاز جو سفر ڏينهن جو هو انهي ڪري هيٺ جا عجيب منظر ڏسندي ڪڪر جبل سمنڊ اکيون عبرت وٺندي رهيون. اوچتو جهاز اندر هڪ ٺڪاءُ شايد پرواري ڪمري ڪو برتن ڪري پيو. ليڪن ٺڪا سان سڀ ڊڄي ويا. ماستر عبدالله چوڻ لڳو تہ شايد ڪنهن جبل سان جهاز لڳو آهي اسان کي ڪل اچڻ لڳي تہ خدا نہ خواستہ جبل سان لڳي تہ زنده ڪير بچي ها. جهاز ڪنهن مهل هيٺ ڪنهن مهل مٿي هلي رهيوهو. انهي ڳالهہ بہ سيني کي ڊيڄاري وڌو ٿي. بهرحال عجيب سفر هو. مني ڪلاڪ جي انهي سفر ڪرڻ بعد جهاز جدي ايئرپورٽ تي لهڻ لڳو. جهاز مان لهي هيٺ اچون تہ اسان جو سامان اڳيئي چين تي اچي ويو. سامان سڃاتو سون ڪڍي جدا ڪري هڪ مزدور کي ويهہ ريال ۾ ڏنو سون تہ ڪٺي ٽيڪسي تي رکي ڏي اهو مزدور بنگالي هو. جنهن اردو زبان ڇاتي ٿي ڪٺي اچي ٽيڪسي واري سان ڳالهايو سون. هاڻي اسانکي انهي مقام يا ايئرپورٽ جدي کان بين الاقوامي ايئرپورٽ جدي تي اچڻو هو. 30 ريال ڪرايو قبول ڪري سامان رکي چڙهي ويناسون تہ عرب سگورو نہ اسان جي



مسجد قبا جي چاڙهي (٩٥-١٢- ٧)

سمجهي نہ اسين سمجهون. ڪافي ٽائم ڪار هلڻ لڳي. اسان سوچيو تہ بين الاقوامي ايئرپورٽ هي سمجهندو آهي يا نہ متان وري واپس مڪي پاڪ پيو هلي، هاڻي هن عرب کان اشارن سان پڇيو سون تہ ڪٿي ٿو هلين. آخر عرب سڳوري اسانکي سمجهائڻ لاءِ جهاز جو آواز پرواز جو اشارو ڪري سمجهايائين تہ اتي ٿو هلان. بهرحال اسان کي ڪل بہ آئي ۽ ڪجهہ قدر مطمئن ٿياسون. ليڪن يقين تڏهن آيو جڏهن انٽرنيشنل ائرپورٽ اڪين ڏٺو سون. ٽيڪسي بيٺي تہ مزدور آيو. جنهن کي سامان ڏنو سون ڪٿي سڌو پي آئي جي آفيس وٽ جتي سامان بڪ ٿيڻو هو اتي رکي ڏنائين اهو مزدور بہ پاڪستاني هو. اسان سامان رکي اول تہ وضو ڪري ظهر نماز ادا ڪئي سون هاڻي اسان کي اتي يارنهن ڪلاڪ انتظار ڪرڻو هو، ڇوتہ اسان ڏينهن جو هڪ بجي پهتاسون پاڪستاني وقت موجب وري اسان کي رات جو 12.00 بجي جهاز تي سوار ٿيڻو هو.

نماز پڙهي ماني کاڌي سون ۽ بچيل ريال اتي بئنڪ هئي تنهن تي تبديل ڪري پاڪستاني روپيا ورتاسون. وڪفي وڪفي چانهہ جو دور ٿيندو رهيو وچين نماز بہ اتي پڙهي سون آخر مغرب نماز پڙهي تہ اربع جي روز الوداع ڪئي.

مغرب نماز پڙهي خميس رات جي اچيان ڪندي ڇهہ وڳي پاڪستاني ٽائم موجب پي آئي ئي آفيس وارا آيا. اسين بہ سامان کي ويجها ٿياسون، عملي وارا سٺي سلوڪ سان پيش آيا. مون تہ سندن مشوري موجب منهنجي زم زم جو ڪين بڪ ڪرايو هاڻي مون وٽ وزن ڪٽڻ لاءِ ڪا بہ شيءِ نہ هئي باقي محمد وارث ۽ عبدالله وٽ هڪ هڪ ٿيلهو ڪٽڻ لاءِ هو. چيڪ جي سيني مرحلن مان گذري انتظار گاهہ ۾ آيا سون تہ تمام گهڻي رش هئي ڪٿي بہ ويهڻ لاءِ جاءِ نہ ملي نہ أهو گيٽ ملي جنهن مان اسان نڪري پي آئي اي جي جهاز ۾ چڙهڻ وارا هئاسون. آخر ڳولي ڳولي ٿڪي پياسون اوچتيون ڪرسيون خالي ڏسي ويهي رهياسون، أهي ڪرسيون گيٽ 58 اڳيان هيون ٿورو ترسي هڪ عرب سڳوري کان گيٽ متعلق پڇيو سون تہ پاڪسني جهاز لاءِ ڪهڙو

گيٽ اهي ته انهي سڪوري اشاري سان چيو ته اهو نمبر 58 وارو گيٽ آهي ليڪن پورو يقين به نه پيو اچي. بهرحال انتظار ته ڪرڻو پيو. عشا نماز مان فارغ ٿي. هائي انهي گيٽ تختي جي انتظار ۾ ويناسون ته ڪڏهن ٿي تختي لڳي پاڪستاني وقت رات 10.00 بجي انهي گيٽ تي پاڪستان ۽ ڪراچي ۽ پي آئي اي جهاز جو نمبر لڪائو. تڏهن وڃي دل مطمئن ٿي تقريبن 11.00 بجي ڌاري گيٽ ڪليو پاڪستاني حڪومت سعوديه حڪومت جا ماڻهو گيٽ تي اچي بيٺا هر هڪ جا ڪاغذ چيڪ ڪري فارغ ڪندا ويا. اتان ٻاهر نڪتاسون بس اڳي لڳي بيٺي هئي جنهن ڪنيو سڌو پي آئي جهاز تي پهچايائين اتي محمد وارث کان ٽيلهو وٺي هئن جهاز ۾ بڪ ڪيو ۽ سلپ ڏنائون. هائي محمد وارث به بار کان آجو ٿيو. باقي هڪ ٽيلهو عبدالله وٽ سندس هو. جهاز ۾ چڙهي ويٺا سون. خدا جي فضل سان سيٽون اڳي وانگر اسان کي دري سائيڊ کان گڏ ملي ويون. پاڪستاني وقت موجب رات جو 12.00 بجي جهاز پرواز ڪئي. ٿوري دير بعد ماني ڪچي آئي ماني کاڌي سون. ماني کائڻ بعد آئون ته سيٽ تي سمهي پيس خبر تڏهن پئي ته رات جا 3.30 تي ويا جهاز ڪراچي کي ويجهو هو. اڌ ڪلاڪ انتظار ڪرڻ بعد 4.00 بجي جهاز ڪراچي پهچي ويو. چيڪنگ جي مرحلن مان گذري سامان جي انتظار ۾ اچي بيٺا سون اسان کي سامان ڪافي ليٽ ڪرائي ڇڏي پورا ٻه ڪلاڪ اسان انتظار ڪيو سون. سامان چين تي آيو. سجائي ڪٺي گيٽ کان ٻاهر ٿياسون.

ته ويچارا آيل سيئي عزيز دوست تمام بيچين ڏٺاسون. ملڻ سان مبارڪ مبارڪ جو هر طرف کان آيلن جي آواز ۾ گونجي ويو. فجر نماز ڪراچي ايئرپورٽ تي پڙهي ڳوٺ روانا ٿياسون.